سنت دادو ديال

ڇپائيندڙ:-
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
پوسٽ آفيس،
ڊيرا بابا جيمل سنگهه
ضلع امرتسر (پنجاب) -

پهريون ڇاپو آڪٽوبر ۱۹۸۱ ڪاپيون ۷۰۰۰

ڇپيندڙ:-
راڌاڪرشن پريداس
امر پارٽ پرنٽنگ پريس
هاٿي ڀاٽا، اجمير

# ارپڻ پتر

پرم سنت حضور مهاراج چرنسنگهه جن جي
سيوا ۾
سڪ ۽ شرڌا سان ارپڻ ڪيل

سيوڪ سيوا ڪر ڊرئي، هم ٿئي ڪڇو نه هوءِ،
تون هئي تيسي بندگي، ڪر نهه ڄاڻئي ڪوءِ.

دادو - ساکي، صفحو ۳۵۲

# ڀومڪا

سنگرو مهاراج چرنسنگهه جن جي هدايت انوسار انگريزيءَ ۾ ڀارت ۽ يورپ جي سنتن جون ٻاڻيون ڇپجي چڪيون آهن ۽ ڪي ڇپجن پيون. اهي ڏاڍيون لوڪ پريه ثابت ٿيون آهن ۽ هنديءَ ۾ به ڇپيون ويون آهن. ان مالا ۾ سنت نامديو، تلسي صاحب ۽ ميران جون رچنائون پرڪاشت ڪيون ويون آهن. سنت دادو ديال ان مالا جو هڪ گل آهي.

هوائي وشو وديالي جي درشن وڀاڳ جي انچارج ڊاڪٽر ڪاشي ناٿ اپاڌيايه گهڻي محنت ڪري دادو ديال تي انگريزيءَ ۾ پستڪ لکيو ۽ پوءِ ان جو هنديءَ انواد ڪيو. اسين شري اپاڌيايه جا ان پريم ڀري سيوا لاءِ شڪرگذار آهيون.

دادو ديال صاحب اڪبر بادشاهه جي وقت جا شبد مارگي سنت هئا. هنن جي وچارن اڪبر تي گهرو ۽ گهاٽو اثر پيدا ڪيو. پنهنجي گروءَ جي اڇا انوسار احمدآباد مان راجستان ۾ اچي هنن شبد مارگ جو پرچار ڪيو. دادو صاحب جون ساکيون ۽ شبد بلڪل سرل ۽ صاف آهن ۽ سڌو هردي کي ڇهن ٿا. اهي ڳائي به سگهجن ٿا.

هن پستڪ جو سنڌي ترجمو شري چوهڙمل ڪيو ۽ شري منگهارام ديال اجمير نواسي ڇپائڻ جو پربند ڪيو. سنگت جي ان پريم ڀري سيوا لاءِ اسين سندن شڪرگذار آهيون.

ڊيرا بابا جئمل سنگهه
ضلع امرتسر (پنجاب)
آڪٽوبر ١٩٨١

ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ بياس

# لبيڪ جي طرفان

'جي پهچي تي پُڇجي، تن ڪي ايڪئي بات،
سب ساڌن ڪي ايڪ مت، بيچ ڪي بارهه باٽ' ❀.

سڀني پورن سنتن ۽ مهاتمائن جي هڪ ئي سکيا آهي ۽ اها بلڪل سليس ۽ سرل آهي ۽ ڪنهن به پورن سنت جي اپديش کي پڙهڻ سان هڪ ئي مقصد سامهون اچي ٿو ۽ الڳ الڳ سنتن جا اپديش هڪ ٻئي جي تائيد ڪن ٿا. ان کانسواءِ ان ڳالهه جي سمجهه اچي وڃڻ کانپوءِ ته الڳ الڳ ديش ۽ وقت جي سنتن مهاتمائن هڪ ئي پرم ستيه جو سنديش ڏنو آهي ته پوءِ سندن سکيا ۾ اسانجو وشواس پڪو ۽ پختو ٿي پوندو. پر اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته سڀني پورن سنتن جو مقصد هڪ ئي آهي، انهيءَ لاءِ اسانجي سامهون سندن سکيائن جو ڪو سولو ۽ سرل سنگرهه اچڻ کپي جو آسانيءَ سان ملي سگهي ۽ بلڪل ٺوس ۽ صحيح هجي. ان مقصد جي پورائيءَ لاءِ موجوده سنت ستگرو مهاراج چرنسنگهه جن جي هدايت انوسار ڀارت ۽ ڪجهه ٻين ديشن جي مشهور سنتن جي جيون ۽ اپديش تي مختصر پر حقيقتن تي ٻڌل پستڪ تيار ڪرڻ جي رٿا تي ڪارج هلي رهيو آهي. انهن اپديشن کي صحيح روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ارادي سان ان يوجنا جي انوسار الڳ الڳ سنتن جي اصلي اپديشن کي ئي هوبهو (يا ڀاشا علحدي هجڻ ڪري انهن جو صحيح ترجمو ڪري) پيش ڪرڻ جو انتظام ٿي رهيو آهي. سورهين صديءَ جي پرسڌ سنت دادو ديال تي لکيل هي پستڪ انهيءَ رٿا جو هڪ حصو آهي.

---

❀ سڀني پهتل سنتن جي سکيا ساڳي آهي. جيڪي لوڪ، مارگ جي وچ ۾ ئي لڙڪي پيا آهن انهن جون ڳالهيون ڀيل ننيون ڪائين.

دادو ديال صاحب جي ٻاڻيءَ جون ڪيترا پستڪ هاڻي ديوناگري لپيءَ ۾ موجود آهن. ڪجهه ٿورن نثر جي پستڪن کانسواءِ انهن ۾ خاص فرق ڪونهي. موجوده پستڪ ۾ دادو ديال جي پدن جو سنگرهه مون بيلويڊيئر پريس الله آباد جي طرفان ٻن ڀاڱن ۾ ڇپيل "دادو ديال جي ٻاڻي" (۱۹۶۳-۱۹۷۴) مان ڪيو آهي. اهي ٻئي ڀاڱا پراچين ۽ وشواس لائق هٿ سان لکيل پوٿين جي آڌار تي تيار ڪيل آهن ۽ اجمير مان ڇپايل پنڊت چندرڪا پرساد جو مشهور پستڪ به نهايت ڪارائتو ثابت ٿيو.

پدن جي چونڊ ۽ وشين کي سلسليوار رکڻ جو پورو خيال رکيو ويو آهي. نهايت سندر ۽ سکياداءِڪ پدن سان ڀريل پوري ڪتاب مان، صرف ٿورن پدن کي چونڊڻ ڏاڍو اڻانگو ۽ مشڪل ڪم هو، پر ائين ڪرڻ سان ان مان بيحد من پسند ۽ سکياداءِڪ تجربو پراپت ٿيو.

جيتري قدر مون کي ڄاڻ آهي ته دادو صاحب جي سؤ في صدي روحاني سنديش کي صاف ۽ سلسليوار روپ ۾ پيش ڪرڻ وارو ڪو به ٻيو پستڪ انگريزي يا هنديءَ ۾ ڪونهي. حقيقت اها آهي ته دادو صاحب تعليم يافته ڪونه هو ۽ نه ڪنهن مت يا وديا پيٺ ۾ سکيا حاصل ڪئي هئائين. انڪري هنجي نهايت ڳوڙهي گيان سان ڀريل اپديشن جو راز صرف عقل ٻڌيءَ جي دوارا سمجهي نه سگهبو. صرف انهيءَ پريميءَ کي ان راز جو گيان ٿي سگهي ٿو جو ڪنهن پوري سنت جي صحبت ۾ آيل هوندو ۽ جنهن کي ڪنهن سنت مهاتما جي ڪرپا سان هڪ نئين انتردرشٽي ملي هوندي.

هن پستڪ جو هندي ڇاپو "سنت دادو ديال" خاص طور دادو ديال تي انگريزيءَ ۾ ڇپيل پستڪ جو هندي انواد آهي. سنت دادو ديال جي ٻاڻي انمول روحاني رتنن

جو هڪ ڀنڊار آهي. پستڪ کي مختصر ڪرڻ جي خيال سان انهن رتنن مان صرف ڪجهه رتن انگريزي ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن. ان پستڪ جو هندي انوواد ڪرڻ وقت جڏهن دادوءَ صاحب جي اصلي ٻاڻيءَ کي پڙهڻ جو وري هڪ ٻيو موقعو مليو ته سندن نهايت سندر ۽ دل کي موم بڻائڻ وارن پدن مان ڪجهه ٻيا پد هندي پستڪ ۾ جوڙڻ نهايت ضروري سمجهيو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو هندي پستڪ ۾ دادوءَ صاحب جا ٿورا ٻيا پد ڪٺي جوڙيا ويا آهن. انهن پدن کي جوڙڻ وقت مضمون جي رٿا قائم رکڻ لاءِ پدن جي سلسلي ۾ ٿوري ڦير گهير ڪئي وئي آهي ”جيوت گروءَ جي ضرورت“ ۾ هڪ نئون ٻيو سرو ”پورڻ سنت ستگروءَ جو مارگ“ جوڙيو ويو آهي ۽ انگريزي پستڪ ۾ جيڪي چڪون رهجي ويون هيون، اهي سڌاريون ويون آهن.

آشا آهي ته پستڪ جو هي سڌاريل هندي ڇاپو ڪارائتو ثابت ٿيندو.

آخر ۾ مان ڊاڪٽر ڪرپالسنگھ نارنگ صاحب، رٽائرڊ وائيس چانسيلر پنجاب يونيورسٽي، پٽيالا جو شڪرگذار آهيان جنهن مونکي هن پستڪ (انگريزي ۽ هندي ۾) لکڻ جي سيوا جو شرف بخشيو.

جنوري ١١، ١٩٨٠

ڪاشيناٿ اُپاڌيايه
اڌيڪش، درشن وڀاڳ
هوائي وشو وديالي
هونولولو، هوائي
(امريڪا)

# وشيه سوچي

# سنت دادو ديال جو جيون چرتر

”دادو هنس رهي سک ساگر، آيو پر اپڪار.“

سنت، جي انسان ذات جا سڀ کان وڏا گهڻگهرا ۽ شڀچنتڪ آهن، جي صرف پراپڪار لاءِ هن سنسار ۾ اچن ٿا، تن کي تواريخ نويس عام طور انهن کي نظر انداز ڪندا آهن. سنت لڳاتار پراپڪار جي ڪارج ۾ مشغول هئڻ سبب پنهنجي زندگيءَ جو بيان ڪو نه لکندا آهن. ان لاءِ نه هنن کي ڪا فرصت هوندي آهي ۽ نه ان بابت ڪين ڪا چاهنا هوندي آهي. انڪري ئي سنتن جيون جي گهٽنائن جي باري ۾ اڪثر ڪري اڻڄاڻائي بڻي رهي ٿي، جا اڳتي هلي واد وواد جو مضمون ٿي پوي ٿي. سنت دادو ديال جي سنبنڌ ۾ ٺيڪ اهائي ڳالهه پوريءَ ريت ٺهڪي ٿي اچي جا ڪبير ۽ ٻين مهاتمائن جي سنبنڌ ۾ پڻ لاڳو آهي.

دادو ديال جي جنم استان، جنم جي تاريخ، ناتي، ذات، ماتا پتا، گرو، سکيا، دورن ۽ چولي ڇڏڻ جي وقت بابت، ڀارت ۽ پڇمي ودوانن هڪ ٻئي کان مختلف پنهنجا انيڪ وچار ظاهر ڪيا آهن ۽ ڪنهن هڪ جي خلاف ٻئي راءِ جي تائيد ڪرڻ لاءِ شايد ئي ڪو پورو تواريخي ثبوت موجود آهي. انيڪ مت متانترن ۾ هيٺ لکيل وچار دادو صاحب جي موجوده پوئلڳن ۾ مڃيا وڃن ٿا جن کي دادو پنٿي پشڪر نواسي سوامي نارائڻداس پڻ مڃين ٿا.

احمد آباد جي لوڌي رام ناگر ناليءَ براهمڻ، جو ڪپهه جو واپار ڪندو هو، ان کي ڪو ٻار ڪو نه هو. هو پوڄا پاٺ بلڪل لڳن سان ڪندو هو ۽ ڪيس جيڪي به سادو مهاتما ملندا هئا، انهن جو آدرستڪار ۽ سيوا اهو ڀاو رکي ڪندو

هو ته هو سنڌس پٽ ملڻ جي ڪامنا پوري ڪن. هڪ ڏينهن ڪو مهاتما هن وٽ آيو ۽ لوڌيرام جي سيوا چاڪريءَ سبب راضي ٿي چوڻ لڳو، "تون هر روز وانگر سڀاڻي صبوح جو سابرمتيءَ نديءَ ۾ سنان ڪرڻ وڃج. اتي پرڀوءَ جي ديا سان تنهنجو مورت پورو ٿيندو." ٻئي ڏينهن پرڀات جو جڏهن لوڌيرام نديءَ تي سنان ڪرڻ ويو ته نديءَ جي وهڪري ۾ وهندڙ هڪ ڪنول ۾ کيس هڪ ٻالڪ مليو. اهو ڏسي هنجي خوشيءَ ۽ حيرت جي حد ئي نه رهي.* هو ڏاڍي پيار وچان ٻار کي کڻي گهر آيو. سندس استري ٻار کي ڏسي نهايت ئي خوش ٿي ۽ عالم آشڪار آهي ته جيئن ئي هن ٻار کي گود ۾ کنيو ته سندس ٿڃن ۾ کير ڀرجي آيو.

پر رجب ۽ دادوءَ جي پين شش ۽ دبستاني مذاهب جي مطابق دادوءَ جنم کان مسلمان هو ۽ هنجو ڌنڌو پڃاري (ڪپهه پڃڻ) جو هو. وچين سمي جي ڀارتيه رهسيواد جو ودوان ڪشتيموهن سين به هنکي مسلمان مڃي ٿو. سين موجب دادوءَ جن جو اوائلي نالو دائود هو. سندن استريءَ جو نالو حوا هو ۽ کيس ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون هيون.

دادوءَ جو جنم ١٥٤٤ع ۾ ٿيو هو ۽ ديهانت سنه ١٦٠٣ع ۾. دبستان ۾ دادوءَ جي ڌنڌي جو نالو نداف (جو پڃڻ جو عربي نالو آهي) درج ٿيل آهي.

پنڊت سڌاڪر دويدي هنکي بنارس جو موچي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ سندس نالو 'مهابلي' ٻڌائي

---

* هيءَ ڪٿا ڪبير صاحب جي پيدائش واري ڪٿا سان ڪافي ڪجهه ميل کائي ٿي. ڪبير صاحب جن لاءِ پڻ اهو چيو وڃي ٿو ته ٻالڪ جي روپ ۾ ڪاشيءَ جي لهرتالا تلاءَ مان نيرو ڪوريءَ کي مليا هئا، جنهن هنجو پالن پوشن ڪيو.



ٿو. ان جي ثابتيءَ ۾ دويدي دادوءَ جي هيٺ لکيل سٽ پيش ڪري ٿو:-

دادو موٽ مهابلي، گهٽ گهرت مٿ ڪر ڪايه.

ان آڌار تي هو چوي ٿو ته دادو پاڻي ڪڍڻ لاءِ چمڙي جون پکالون سبڻ وارو، مهابلي نالي موچي هو. پر اڄ جي ودوانن موجب اهو وچار بلڪل مڃڻ جوڳو نه آهي. دادو ٻاڻيءَ جي ڪيترن ئي ٻين ڇاپن ۾ 'موٽ مهابلي' جي بدران 'موٽا مهابلي' لکيل آهي. موٽي جي معني رشت پشت يا بزرگ آهي ۽ مهابليءَ مان بلوان هئڻ جو مطلب نڪري ٿو. موٽ لفظ جي معني موچي ڪڍڻ ۽ مهابلي کڻ کي اسالي ۾ تبديل ڪرڻ بلڪل صحيح ناهي ۽ تائيد ۾ ڏنل مٿين سٽ جي معني سان به اهو نٿو ٺهڪي.

هن ٿي دادو نالو ڪيئن پيو ان باري ۾ به متڀيد آهي. ڪشتيموهن سين جي وچار جو ذڪر ٿي چڪو آهي، جنهن موجب دادوءَ جو اوائلي نالو "دائود" هو، جو پوءِ اهو نالو دائود مان بدلجي دادو ٿيو. ٻيءَ وچار ڌارا موجب ٻالپڻ کان ئي دادو صاحب جي عادت پنهنجو سامان ٻين کي دان ڪري ڇڏڻ جي هئي. هنن جي اها ڏيڻ ڇڏڻ جي سخاوت جي رغبت جي ڪارڻ سندن ماتا پتا هنجو نالو دادوءَ رکي ڇڏيو. (فارسي اکر ددن جو مطلب آهي ڏيڻ.)

ڪن ماڻهن جو اهين به چوڻ آهي ته ڇو ته دادو سڀني ماڻهن کي ڀاءُ ڪري سڏيندو هو، انڪري ماڻهو کيس پيار مان پنهنجي ٻوليءَ ۾ دادو چوڻ لڳا.

جيئن به هجي، هن ڪتاب جو مکيه مقصد آهي دادوءَ جي سکيا تي روشني وجهڻ. تنهنڪري هنن جي جنم، ذات ۽ نالي سان لاڳاپو رکندڙ مختلف راين جي اسان لاءِ خاص اهميت ڪانهي.

دادوءَ جن جي بيحد دَيا ۽ رحمدلي ڪارڻ سندن نالي سان دَيال اکر ڳنڍيو ويو. هيٺ لکيل گهٽنا هنن جي نهايت اعليٰ درجي جي ڪِرپا ۽ دَيا کي چڱيءَ طرح ظاهر ڪري ٿي:-

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته ٻه برهمڻ جگياسو دادو صاحب کان دِڪشا وٺڻ ۽ سندن ستسنگ ڪرڻ لاءِ پنڌ ڪندا پئي آيا. جڏهن هو سندن ڪٽيا جي ويجهو پهتا ته هنن کي هڪ اگهاڙي مٿي وارو ماڻهو سامهون ايندو ڏسڻ ۾ آيو. اگهاڙي مٿي واري کي ڏسڻ هنن هڪ اپسوڻ سمجهيو. ان اپسوڻ جي اثر کان بچڻ لاءِ يا ان کي دور ڪرڻ لاءِ، هنن ان ماڻهوءَ جي مٿي تي ٺونگا هنيا ۽ پوءِ ان ماڻهوءَ کان ئي دادو صاحب جو ڏس پتو پڇيو. هن پاسي واري ڪٽيا ڏانهن اشارو ڪيو ۽ پنهنجي واٽ ورتي.

جڏهن ٻئي برهمڻ ڪٽيا وٽ پهتا ته کين پتو پيو ته دادو صاحب ٿوري دير لاءِ ڪٿي ٻاهر نڪتا آهن. ڪجهه وقت بعد جڏهن دادو صاحب آيا ته برهمڻن ڏٺو ته هي ته اهوئي ماڻهو آهي جنهن جي مٿي تي هنن ٺونگا هنيا هئا. ڏاڍو لڄي ٿيا ۽ پڇتاءُ ڪندي هو بار بار دادو صاحب کان معافي گهرڻ لڳا. دادو صاحب هنن کي تسلي ڏيندي سهج سڀاءَ سان مرڪي کين چوڻ لڳا، "ڀائي! جڏهن ڪو به گراهڪ هڪ معمولي مٽيءَ جو دلو وٺڻ ويندو آهي ته هو ان کي وڄائي ڏسندو آهي ته دلو ڀڳل ته ڪونهي. پر توهين ته گرو ڌارڻ ڪرڻ لاءِ آيا آهيو، توهان لاءِ اهو بلڪل مناسب آهي ته گرو ڌارڻ ڪرڻ کان اول توهين هن کي چڱي طرح وڄائي ڏسو ته هو ٺيڪ آهي."

دادو پنهنجي ٻئي اوسار دادو پنهنجي گرو وردانند (ٻڍڻ) سان ١١ ورهين جي ڄمار ۾ مليو جڏهن هو پنهنجي



دوستن سان ڪانڪريا تلاءَ وٽ راند روند ڪري رهيو هو. ان بزرگ جي تيجسوي ۽ گنڀير شخصيت کي ڏسي ٻيا ٻار ته ڀڄي ويا مگر دادو نياز ۽ نوڙت سان هنن وٽ ويو ۽ جيڪو وٽس هڪ پئسو هو، سو ڀيٽا ڪري رکيائين. مهاتما، دادوءَ جي سادگي، اڀوجهائي ۽ چال ول رهڻ شرڌا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو. هن دادوءَ کي پرساد ڏنو ۽ ديا درشٽيءَ سان هن جي مٿي تي هٿ رکيو، جنهن سبب دادوءَ جي شرير ۾ روحانيت جي هڪ لهر ڦهلجي وئي.

ستن سالن کانپوءِ، جڏهن دادوءَ ارڙهن سالن جو هو ته کيس ٻيهر گروءَ درشن ڏنو. دادوءَ ان وقت پورڻ اوستا پائي چڪو هو تنهنڪري هن کي گروءَ ان پرم سنت جو راجستان ۾ وڃي پرچار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان واقعي بعد دادو صاحب جي جيون ۾ هڪ وڏو ڦيرو اچي ويو. ان کان پوءِ هن جو سارو جيون گهري سادنا ڪرڻ، سچن جگياسن کي روحاني سنت جي سکيا ڏيڻ ۽ لڳاتار پنهنجي وڏن سکن شهوڪن جي وسنتي ڪرڻ لي جڳهه جڳهه وڃي ماڻهن کي ان امر مارگ جو پرچار ڪرڻ ۾ لڳو.

ڪن ودوانن جو چوڻ آهي ته دادوءَ جو گرو شيخ ٻڍڻ هو جو قادري فرقي جو هڪ صوفي درويش هو ۽ جو دادوءَ جي جوانيءَ واري اوستا جي شروعات ۾ زنده هو. شيخ ٻڍڻ اڪبر بادشاهه (١٥٤٢ کان ١٦٠٥) جو سمڪالين هو ۽ هن جا پوئلڳ اڄ به جهونو پور سان سانڀر ۾ موجود آهن.

اوڻهن سالن جي ڄمار ۾ دادو صاحب احمدآباد کي الوداع ڪئي ۽ ڇهه سال لڳاتار گجرات ۽ راجستان جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ هر جڳهه تي گهمندا، ٢٥ سالن جي عمر ۾ سانڀر پهتا، جو راجستان جي مشهور لوڻ جي ڍنڍ سانڀر جي ڪناري تي وسيل آهي. اتي سانڀر ۾ ١٢ سال رهيا.

جيتوڻيڪ دادو صاحب گرهستي هئا ۽ سنت ڪبير صاحب وانگر پنهنجي خانداني ڌنڌي مان پنهنجو گذر بسر ڪري گرهستي جيون گذاريندا هئا، پر سندن چت سدائين پرماتما جي گهري ڀڳتيءَ ۾ لڳل هو ۽ پرماتما جي ڪرپا جو آسرو وٺي پنهنجي زندگي گذاريندا هئا. سندن عقيدي موجب هن مارگ ۾ هٿ ڦهلائي کائڻ بلڪل واجب ڪونهي.

دادوءَ روجي رام هَي، راجق[1] رجق[2] همارا؛
دادوءَ اُس پرساد سون، پوشيا سب پروار.
مانگہ نہ کائہ نهين جگہ آسا.

سندن پريوار ۾ سندن پتني، ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون ذڪر هيون. پاڻ جڏهن ويهن سالن جا هئا ته سندن وڏي پٽ جو جنم ٿيو، ننڍو پٽ اُن کان ٢ سال پوءِ ڄائو ۽ اُن کان ٢ سال پوءِ ٻئي ڌيئرون ڄايون. بعد ۾ سڀني کي دادو صاحب دکشا ڏني.

ٿوري ئي عرصي ۾ دادوءَ صاحب گجراتي، فارسي ۽ سنسڪرت جي چڱي چوکي ڄاڻ حاصل ڪئي پر اها پوري ڄاڻ پئجي نه سگهي آهي ته هن اهو اڀياس ڪنهن اسڪول يا مڪتب ۾ نيامتي روپ ۾ ورتي ڪيو يا اها وديا پاڻمرادو سکيا ڪيئن ۽ هجي پر الڳ الڳ استانن جي ياترا ڪرڻ سبب سندن ڀاشائن جي ڄاڻ ۾ ڪافي ترقي ٿي هوندي. هنن جي ٻاڻيءَ ۾ ڪم آندل ڪيترن ئي ٻولين جي لفظن ۽ سندن اوچي معيار وارين ڪوتائن مان اهو بلڪل ظاهر ٿو ٿئي. ان کان ۽ وڌيڪ سندن ٻاڻيءَ ۾ جيڪو جوش، پختائي ۽ دل کي ڇهندڙ جيڪا شڪتي آهي اها اوچ اندروني رسائي ۽ اعلي روحاني منزل بنا ممڪن ٿي نٿي سگهي.

١. اَن داتا. ٢. روزي.



دادوءَ دييال جي باري ۾ ڪيترن ڪرامتي گهٽنائن جو ذڪر اچي ٿو، جيتوڻيڪ سندن لاءِ انهن جو ڪوبه مهتو ڪونه هو ۽ هو اهو ڪڏهن به زبان تي ڪونه آڻيندا هئا ته هو ڪي به چمتڪار ڏيکارين ٿا. هنن جي وچار موجب سنت پرماتما سان ملي هڪ ٿي ويندا آهن، تنهن ڪري پرماتما قدرتي سنتن ۽ هنن جي پريمي شيوڪن جي خاص طور سان سنڀال ڪندو آهي، پر عام ماڻهو اُن کي ڪرامت ڪري سڏيندا آهن. ان باري ۾ پنهنجي ڀاونا کي هن ريت ظاهر ڪن ٿا:-

ڪرتہ ڪراوتہ سائيان، جن ديا اَجُودُ[1]؛
دادوءَ بندا بيچ هَي، سوپيا ڪوُن مَوجود.

دادوءَ جي جيون جي ڪجهه اهڙين گهٽنائن جو اسين هيٺ مختصر ورنن ڪريون ٿا:-

سانڀر ۾ اچڻ کان پوءِ، ٿورن ئي ڏينهن ۾ دادوءَ صاحب جي سکيا ۽ هنن جي رهڻ ڪرڻ جي ڍنگ کي ڏسي اُتي جا هندو ۽ مسلمان هنن سان ناراض ٿيڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته دادو صاحب پاڻ کي ڪنهن به جاتيءَ يا قوم جو نه مڃيندا هئا، ذات پات جي ڀيد کي نظر انداز ڪندا هئا. مورتي پوڄا، اپواس، ورت ۽ تيرٿ ياترا جو کنڊن ڪندا هئا ۽ ڪنهن به خاص ڌارمڪ پوشاڪ کي اجايو سڏيندا هئا. تنهنڪري ماڻهن اُتي جي عملدارن وٽ شڪايت ڪئي ۽ هنن جي برخلاف سخت ڪارروائي ڪرڻ جي طلب ڪئي. انگري اختياري وارن فرمان جاري ڪيو ته جيڪو به دادوءَ صاحب وٽ ويندو اُن کي پنج سؤ رپيا ڏنڊ ڏيڻو پوندو. ان حڪم جي باوجود به ٻه پريمي شيوڪ دادو صاحب جي درشن لاءِ ڪهي آيا. دادو صاحب کين سمجهايو ته هو سرڪار کي پنج سؤ رپيا

١. شرير يا وجود.

ڏنڊ طور ڏيئي، پنهنجي موڙي اجاڙ برباد نه ڪن. ان تي مرڪن الٽو ڏنو ته جيسيتائين اسان وٽ پيسا هوندا، تيسيتائين ڏنڊ ڏيندا رهنداسين ۽ توهانجي انمول درشن ۽ ستسنگ جو لاڀ وٺندا رهنداسين. هي ته سچ پچ هڪ سستو سودو آهي. هنن جي اهڙي شرڌا، ڀڳتي ۽ مستحڪم ارادو ڏسي دادو صاحب ڏاڍو پرسن ٿي فرمايو ته حڪم نامي کي بلڪل غور سان پڙهي، پوءِ ئي ڏنڊ ڏجو. جڏهن انهن برهمي ششن کي پڪڙي ڪچهريءَ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ هنن جو قصور ثابت ڪرڻ لاءِ حڪم نامو پڙهيو ويو ته ان ۾ هن ريت لکيل هو- "جيڪو به دادوءَ وٽ نه ويندو ان کي پنج سؤ روپيه ڏنڊ ڀرڻو پوندو." اهو ٻڌي سڀ حيرت ۾ پئجي ويا ۽ انهي برهمڻن کي ترت ئي آزاد ڪيو ويو. ششن چيو ته هن حڪم نامي انوسار انهي کي ڇڏي، باقي ٻين سڀني کي ڏنڊ ڏيڻ کپي.

هن گھٽنا ڪري ڪي ماڻهو ائين سمجھڻ لڳا ته دادو جن سچا مهاتما آهن. پر سانڀر مسلماني حڪومت جي هيٺ هو ۽ اتي جي مسلمان حاڪمن لاءِ دادوءَ کي سچو فقير ڪري مڃڻ مشڪل هو. اجمير جو هڪ قاضي سانڀر جي دؤري تي آيل هو. هو قرآن شريف هٿ ۾ کڻي دادو صاحب وٽ ويو ۽ کين ڌمڪائي پڇڻ لڳو ته خدا کي رام سڏي ڪفر ڇو پيو ڪمائين؟ رام کي پوڄڻ وارو ته ڪافر هوندو آهي. دادو صاحب جن پنهنجي ڳالهه نمرتا پر مستحڪم ارادي سان صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪافر جو ارٿ هن ريت ٻڌايائون:-

**سو ڪافر جو بولي ڪاف، دل اپڻا نهين راکئه صاف،**
**سائين کو پهچاني ناهين،**
**ڪوڙ ڪپٽ سڀ اُس هي ماهين.**



انهيءَ تي قاضي پاڻ وڌيڪ ناراض ٿي ابتو سبتو ڳالهائڻ لڳو. ان تي دادوءَ وراڻي ڏني-

**قاضي قضا نه جاڻهي، ڪاگد هاٿ ڪتيب،**
**پڙهتا پڙهتا دن گئي، ڀيتر ناهين ڀيد[1].**

اهو ٻڌي قاضي بلڪل غصي ۾ اچي دادوءَ جي منهن تي مڪ هڻي. دادوءَ ان جي موٽ ۾ نڪي ڪجھ ڪيو ۽ نه ڪا ناراضگي ظاهر ڪئي، بلڪ پنهنجي منهن جو ٻيو پاسو قاضيءَ طرف ڪري چوڻ لڳو ته توهانجي جيتري به مرضي هجي، مون کي ماري پنهنجو سمورو ڪروڌ ٻاهر ڪڍو. چون ٿا ته دادوءَ جي اهڙي ڪميا ۽ سهنشيلتا ڀري وهنوار کي ڏسي قاضيءَ تي ڏاڍو گھرو اثر ٿيو ۽ لڄي ٿي دادوءَ کان معافي وٺڻ لڳو.

ڪجھ عرصي بعد ولدخان کوجي نالي هڪ وڏو عملدار سانڀر آيو ۽ دادوءَ جي دشمنن کي ڀڙڪايو ته دادوءَ تي فيل مست هاٿي ڇڏي هن کي ماريو وڃي. جڏهن ائين ڪيو ويو ته سڀ ماڻهو ٽڙي پکڙي ويا. پر دادو صاحب بي خوف ۽ شانت چت سان بيٺا رهيا ۽ مالڪ جا هن ريت شڪرانا ادا ڪندي فرمائڻ لڳا:-

**جي تون راکهه سائيان، تئه مار نه سکئه ڪوءِ،**
**بال نه بانڪا ڪر سکئه، جو جگ بيري هوءِ.**

هاٿي دادوءَ وٽ اچي شانت ٿي بيٺو ۽ دادو جن هن کي پيار سان ٿاڦريو. هيءُ نظارو ڏسي سڀ عجب ۾ پئجي ويا.

ان هوندي به دادوءَ جي دشمنن کي هنن جي مهانتا جي جاڻ ڪانه پيئي ۽ هنن کي سزا ڏيڻ لاءِ موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳا.

---

۱. شريعت جو راز.

هڪ ڏينهن دادو جن پگهتيءَ جا پير ڳائي رهيا هئا. مسلمانن ان ڳالهه کي خراب سمجهيو ۽ مٿن الزام لڳايائون ته هي ڪافر نماز جي وقت گوڙ شور مچائيندو رهي ٿو ۽ سڀ دادو صاحب جن تي ڪاهي آيا ۽ سندن تي سخت مار ڪُٽ ڪيائون ۽ کين ولندخان ڪوجي جي حوالي ڪيائون. ولندخان دادو صاحب کي قيد ۾ قابو ڪيو. پر اهڙي دردشا ۾ هوندي به دادو صاحب کي ساڳي پريم ۾ ڳائيندو ڏٺي سڀ حيرت ۾ پئجي ويا. ڏٺائون ته دادو صاحب جو هڪ شرير ته جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ اندر آهي ۽ ٻيو شرير جيل کان ٻاهر آهي. ان گهٽنا ولندخان جون اکيون کولي ڇڏيون. هڪدم دادو صاحب کي هن آزاد ڪيو ۽ ڪيل خطا لاءِ هنن جي پيرن تي ڪري معافي گهرڻ لڳو. ان تي دادو صاحب ڪرپا ڪري هيٺيون دوهو ڪيس چئي ٻڌايو:-

**هم سونا، تم ڪيا سنارا، تاوءِ ڏني روُ نام تمهارا.**

هن واقعي کان پوءِ ولندخان دادو صاحب جو مددگار ٿي رهيو ۽ ماڻهن جي دشمني ختم ٿي ويئي.

دادو صاحب جي اهڙي نڪتيءَ کي ڏسي هڪ دفعي سنتن الڳ الڳ جماعتن هڪ ئي ڏينهن ڌارمڪ اُتسو ملهائڻ جو ويچار ڪري، سڀني جماعتن بلڪل نيڪ هڪ ئي وقت دادو صاحب کي شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏني. پر جيئن ته دادو صاحب جن هڪ اُتسو ۾ شامل ٿي، باقي ٻين جي دل دکائڻ نه ٿي چاهي؛ انڪري ڪنهن به اُتسو ۾ نه ويئي پير ۾ ويهي رهيا. پرماتما جي عجب ليلا سان هو مقرر وقت تي سنتن ئي جماعتن ۾ حاضر ڏٺا ويا.

دادو دئيال جن جي ديا مهر ۽ ڪرپا جي ڪا حد ئي ڪا نه هئي. هڪ رات جو سندن آشرم ۾ هڪ چور گهڙي آيو. اُنهيءَ جي آهٽ تي ڪن شنن جي اک کلي پيئي ۽ هڪل



ڪري پڇيائون ته ڪير آهي؟ ڪوبه جواب نه ملڻ تي هنن جي اندر ڪٽڪو جاڳيو. دادو صاحب ترت ئي اُٿي ڪڙا ٿيا ۽ شنن کي چيائون، "شور نه مچايو." دادو صاحب کي چور سان ڏٺي آواز ۾ انهن چوندو ٻڌائون، "تون هتان جلد ئي ڀڄي نڪر نه ته ماڻهو توکي پڪڙي سزا ڏيندا." ٻئي ڏينهن صبوح جو اُهو چور دادو صاحب جن وٽ آيو ۽ وري ڪڏهن به چوري نه ڪرڻ جي پرتگيا ڪيائين.

هاڻي جڏهن حالتون سڌريون ٺهي ويون ۽ هنن جو نالو چوڌاري ڦهلجي ويو ته آمير جي مشهور ۽ معروف گليتا مت جي هندو مهنت دادو جن کي پنهنجي سمپرداءِ ۾ ملائڻ لاءِ مالها ۽ تلڪ ڏيئي (اُن سمپرداءِ ۾ ملائڻ جي رسم) ڪجهه ساڌن کي سانڀر ۾ دادو صاحبن وٽ موڪليو. پر دادو صاحب هيٺيون دوهو چئي اُن سمپرداءِ ۾ شامل ٿيڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو:

**مالا تلک سون کچھ نهين، ڪاهو سيتي ڪام،**
**انتر ميري ايک هئہ، اهہ نس اُسکا نام.**

دادو صاحب جن جي ان جواب تي ناراض ٿي اُهي ساڌو چوڻ لڳا ته جيڪڏهن دادو جن هندو راڄ ۾ هجن ها ته هو کين پنهنجي سمپرداءِ ۾ شامل ڪري ئي ساهه پٽين ها. سانڀر مسلماني حڪومت ۾ هئڻ سبب اسين ڪجهه به ڪري نٿا سگهون. ان تي دادو صاحب جن چيو ته پرڀوءَ جي ڪرپا سان مان آمير ۾ ايندس.

ٿوري عرصي کانپوءِ دادو صاحب جن سانڀر جتي ٻارهن سال گذاريا هئائون، کي ڇڏي آمير ۾، جا اُن وقت جئپور جي راڄڌاني هئي؛ رهڻ جو نشچو ڪيو. ان کان گهڻو اڳ، اول ئي سندن ناموس اُتي ڪافي ڪجهه ڦهلجي چڪي

هئي. انڪري اُتي سندس ڏاڍو دل و جان سان آدر ستڪار ٿيو. ڪيترائي ناليرا ۽ حيثيت وارا ماڻهو سندس شيوڪ بڻيا ۽ آمير جو راجا ڀڳوانداس (جو راجا مانسنگهه جو پتا هو) هنن جو ڀڳت ۽ پرمي شش بڻيو.

چون ٿا ته دادو جن جڏهن آمير ۾ رهندا هئا ته کين اڪبر بادشاهه فتحپور سيڪري اچڻ جي ڪوٺ ڏني. دادوءَ جن جواب ڏنو "مون غريب ماڻهوءَ کان بادشاهه کي ڇا وٺڻو آهي؟ پر جيڪڏهن اڪبر ڀڳت بڻجي اچڻ چاهي ته وڏي خوشيءَ سان."

اڪبر سندس جواب جي ڀاونائن کي پروڙي ڏاڍو خوش ٿيو. سنه ١٥٨٦ع ۾ چاليهه ڏينهن برابر اڪبر بادشاهه دادوءَ جن سان ڌرم جي وشيه تي وارتالاپ ڪندو رهيو. چون ٿا ته ان موقعي تي مسلمان، جين ۽ ٻين ڌرمن جي مهاتمائن پڻ ان وارتالاپ ۾ ڀاڱو ورتو. اُنهن سڀني تي دادوءَ صاحب جن جي اَچرج مه، تيجسوي ۽ اَتيمنت مڌر وچنن جو گهرو اثر ٿيو. دادوءَ صاحب جن کي پنهنجي سڌانت تي محڪم رهندي به جيڪا ٻين ڌرمن لاءِ سندس اُدارتا ۽ همدردي هئي، اُن سبب ٻيا سڀ ڏسندڙ ۽ ٻڌندڙ دنگ رهجي ويا.

دادوءَ صاحب جي اهڙن گيان ڀريل گفتن تي حيرت ۾ پئجي اُهي ودوان ۽ مهاتما دادوءَ صاحب کان پڇڻ لڳا ته توهان ڪهڙي گرنٿ مان اِهو گيان حاصل ڪيو آهي؟ دادوءَ جن ورائيو ته سرو شڪتيوان پرماتما منهنجي شرير جي اندر ئي گيان جو ڀرپور خزانو رکي ڇڏيو آهي جنهن مان سولائيءَ سان سڀ ڪجهه حاصل ڪري سگهجي ٿو:

**(دادو) ڪايا انتر پائيا، نرنتر نردار،**
**سهجئن آپ لکائيا، ايسا سمرٿ سار.**



اُنهن جي وري پڇڻ تي ته پاڻ ڪهڙي مندر ۾ پوڄا ڪندا آهن؟ دادوءَ صاحب پنهنجي شرير کي هري مندر سڏيو ۽ صاف صاف اکرن ۾ چيائون ته انترمک پوڄا ئي سچي پوڄا آهي:

**دادوءَ پيتر پئس ڪر، گهٽ کي جڙته ڪپاٽ؛**
**سائين کي سيوا ڪرئن، دادوءَ اوگهٽ گهاٽ.**

**آتم ماهين رام هئه، پوجا تاڪي هوءِ؛**
**سيوا بندن آرتي، ساڌ ڪرئن سب ڪوءِ.**

ايشور جي ذات پات، شرير ۽ رنگ وغيره پڇڻ تي، هنن چيو:-

**عشق الله کي جات هئه، عشق الله ڪا انگ؛**
**عشق الله اؤجود هئه، عشق الله ڪا رنگ.**

اِئين لڳي ٿو ته اِن وارتالاپ جو اڪبر بادشاهه تي گهرو ۽ گهاٽو اثر ٿيو ۽ هن جي درشٽي اڳي کان وڌيڪ اُدار ٿي پيئي ۽ هو ٻين ڌرمن جو وڌيڪ آدر ڪرڻ لڳو. چون ٿا ته اِن ڪارڻ ئي هن پرسڌ مغل شهنشاهه سڪن تان پنهنجو نالو هٽائي، هڪ طرف "جل جلالهُ" (اُن الله جي عظمت بڻي رهي) ۽ ٻئي طرف "الله اڪبر" (مالڪ مهان آهي) اُڪرايو.

اڪبر دادوءَ جن کي گهڻو مال ڏيڻ چاهيو پر دادوءَ جن پنهنجي نيم انوسار نمرتا ۽ نهٺائيءَ سان وٺڻ کان اِنڪار ڪري ڇڏيو. هو ڪنهن کان به پيسو پنجڙ ڪونه وٺندا هئا. هنن جو اِهو نيم هوندو هو ته ڀيٽا ۾ جيڪي ڪجهه ايندو هو اُهو اُن وقت ئي ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. آخر ۾ اڪبر هنن کي ڀيٽا ۾ ڪجهه ڏيڻ لاءِ سوچيو. اڪبر وٽ هڪ طوطو

هو، جو قرآن شريف جون ڪجهه آيتون ٻڌائيندو هو. اهو طوطو قيمتي جواهرن سان جڙيل سوني پڃري ۾ رکيل هو. اڪبر سمجهيو ته هڪ معمولي ڌارمڪ ڀيٽا سمجهي دادوءَ صاحب طوطو وٺڻ سويڪار ڪندا ۽ طوطي سان گڏ ئي اهو بي بها پڃرو به ڪين ڏنو ويندو. پر دادوءَ جن اها ڀيٽا به وٺڻ کان انڪار ڪندي فرمايو ته مون وٽ اول ئي اهڙو گياني، هڪ من روپي طوطو آهي جو شرير روپي پڃري ۾ رهي ٿو:-

**دادو ديهه ڪن پنجرا، ماهين من سوُوا؛**
**ايڪئه نانوَ الله ڪا، پڙهه حافظ هوُوا.**

ان ريت ئي سنت دادوءَ دئيال اڪبر توڙي غريب سڀني تي هڪ جهڙي روحاني امرت جي ورکا ڪندي، نسوارٿ ڀاو سان پنهنجو جيون گذاري، ناسونت شرير سان پنهنجو سنبنڌ به ڏاڍي پاڪيزگي ۽ عجيب شان سان تياڳ ڪيو. پنهنجي جيون جي آخري ڏينهن پنهنجي سکن ۽ شيوڪن کي نوُراني درشن ڏنائون ۽ هنن کان موڪلائي ڪرڻ بعد اشنان ڪيائون ۽ هڪڙي ايڪانت واري استان تي، موُت جي وات نهاريندي گهري ڌيان ۾ لين ٿي ويا.

هنن جا ٻئي سپتر سندن ڪن پيارن شيوڪن سان گڏ اُن آخرين وقت اُتي موجود هئا. سندن ڪيل هدايت انوسار ڪوبه روج راڙو يا اڻ سهائيندي شوڪ جو ڏيکاءُ ڪونه ڪيو ويو.

سندن اڳ ئي ڪيل اڇا انوسار سندن مرتڪ شرير کي هڪ پالڪيءَ ۾ رکي نرائڻا کان قريب ۱۲ ميل پري ڀيرانا جي ٽڪريءَ تي آندو ويو ۽ هڪ اوچي استان تي رکيائون. سڀني سندن انتم شرير کي پرڻام ڪيو ۽ پوءِ اهو چادر سان ڍڪي ڇڏيو ۽ پوءِ پريم پورڪ ڪيرتن ڪرڻ لڳا.



دادوءَ پنٿين ۾ ان باري ۾ هڪ وارتا ٻڌائي ويندي آهي ته اُن وقت هڪ اَدڀت گهٽنا ٿي. دادوءَ جن جي هڪ پرمک شيوڪ، ٽيلا کي اُچانڪ پهاڙيءَ جي وچين حصي جي غفا واري دروازي تي دادوءَ جن جو درشن ٿيو ۽ ٽيلا سڀني جو ڌيان اُن ڏانهن ڇڪايو. سڀني کي پنهنجي پياري سنگروءَ جو درشن ٿيو ۽ سنگرو "سنتو ستيه رام" چئي انترڌيان ٿي ويا. پالڪيءَ ۾ شرير جي جاءِ تي خوشبودار گلن ڦلن جو هڪ ڍير ڏسڻ ۾ آيو. ڪبير صاحب جي انت سميه جي باري ۾ پڻ هڪ اهڙي وارتا ٻڌائي ويندي آهي.



## سنت دادوُ ديال جا اُپديش

**آپا ميٽي هر ڀڄڻ، ڏن من ڏڄڻ وڪار؛**
**نربڻري سب جيو سنڱ، دادوُ يهہ من سار.**

دادوُ ديال جي سکيا کجهہ وستار ۾ بارهڪيءَ سان هن باب کانپوءِ ٻئي باب "دادوُ ديال جي باڻي" ۾ ڏني ويندي. تنهن ڪري اَسين هتي صرف سندن اُپديش جي مختصر طور روپ ريکا ڏيئي رهيا آهيون، جنهن مان دادوُ جن جي اَصلي سکيائن جي ڄاڻ حاصل ٿي سگهي ٿي ۽ اُن سان گڏ اِهو به پتو پوي ته هن پستڪ ۾ جن پدن جو سنگرهہ ڪيو ويو آهي، اُهي هنن جي سکيا جو ڪيترو نه ضروري ۽ مهتو پورڻ اَنگ آهن. اِنهيءَ ڪري پاٺڪ کي ٿورو وري دهرائڻ جو اَحساس ٿي سگهي ٿو ۽ اِئين ڪرڻ سان هن کي دادوُ صاحب جي سنديش جي اَصلي تتس کي سمجهڻ ۾ ڪافي ماترا ۾ سهائتا ملندي.

دادو صاحب جي سکيا موجب مانش جنم ئي آد جڳاد کان هلندڙ جنم مرڻ جي چڪر مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو صرف هڪ ئي موقعو آهي. اِنڪري ئي اُنکي "مُڪتيءَ جو دروازو" چيو ويو آهي. جيڪڏهن اِن مول سکيا کي عمل ۾ نه آندو ويو ته پرماتما جي پراپتي ڪرڻ جو هي ناياب ۽ دُرلڀ موقعو وڃي ئي هليو ويندو، جيئن دادو صاحب جن فرمايو آهي:-

**اَئسا جنم اَمولڪ ڀائي، جامين آءِ ملئہ رام رائي.**

**منشا ديهہ مڪت ڪا دوارا.**

**جيوَن ميلا نا ڀيا، جيوَن پرس نہ هوءِ؛**
**جيوَن جگپت نا ملي، دادوُ بوڙي سوءِ.**



جنهن پرماتما جي اَسان کي تلاش آهي، اُهو اَسان کان ڪر پري ڪونهي. اَسان سڀني جي اَندر آهي:-

**ڀـوُڄڻهاري ڀـاس هئہ، ديهي مانهہ ديو؛**
**دادو ڏاڪو ڇاڙهہ ڪر، باهر مانڊي سيو.**

آتما روپي ڪنوار ۽ پرماتما روپي ڀرتم ٻئي هڪ ئي سيجا تي آهن پر پاڻ ۾ ميلاپ نه ٿين. اِهو ڇو ٿو ٿئي؟ آتما ته غافل ۽ اَچيت ٿي الوٽ ننڊ ۾ پيئي آهي:-

**خالق جاڳي جيڙرا سووي، ڪيون ڪر ميلا هووئہ.**
**سيج ايڪ نهين ميلا، ٽاتين پريم نہ کيلا.**
**سائين سنگہ نہ پـاوا، سووت جنم گنواوا.**
**غافل نيند نہ ڪيجئہ، آو گهٽئہ ڏن ڇيجئہ.**
**دادوُ جيـو اَيانا، جهوٺي ڀـرم ڀـلانا.**

پنهنجي ئي اَندر نواس ڪرڻ واري ڀرتم سان ميلاپ نه ٿيڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ من ۽ اَهنڪار جو پردو ئي پريتم پرماتما کي پنهنجي پياري آتما کان اَلڳ رکي ٿو. من دواران پيدا ڪيل ڀرم يا اَگيان جي ڪارڻ آتما اِهو ٿي سمجهي ته هوءَ پرماتما کان جدا آهي. پنهنجي اِن وڇوڙي يا ميلاپ جو گيان نہ هئڻ سبب پنهنجي اَلڳ هستيءَ يا اَهنڪار جي ڀاونا اُٿڻ لڳي ٿي ۽ منش "مَين" "تو" جي انيڪتا ۽ ڀرم ۾ غلطان رهي ٿو. اِنڪري اِنهن سڀني ڪشٽن جي جڙ آهي من. لڳاتار ۽ بي لغام اُڀرندڙ اِندرين جي سکن پٺيان ڊوڙڻ واري من کي روڪڻ بلڪل ناممڪن ٿي پيو آهي. پر جيستائين هن کي روڪي اڪاگر نہ ڪيو ويندو تيستائين پرماتما کي پائڻ ناممڪن آهي، جيئن دادو جن جو ڪٿن آهي:-

میري آگي مڻن ڪڙا، تا تين رهيا لوڪائي؛
دادو پرگهٽ پيو هڻہ، جي يھ آپا لائي.

هستي چوٽا من ڦري، ڪيون هي بنڌيا نہ جاء؛
بهت مهاوت پچ گئي، دادو ڪڇ نہ بساء.

جب لگ يھ من ٿر نهين، تب لگ پرس نہ هوء.
دادو منوا ٿر پيا، سهج مليگا سوء.

اَساڻجي خونخوار دشمن من جي شرارتن کي روڪڻ جو مفيد ساڌن آهي- نام ڀڳتي. من سواد جو عاشق آهي، اِن ڪري هو تيستائين سنسار جي اندرين جي سکن جو تياڳ نٿو ڪري جيستائين اُنهن سکن کان ڪيس اُتم ۽ مٺو سواد حاصل نہ ٿيو آهي. "شبد" يا "نام" پرم آنندمي پرماتما جو سروپ هئڻ سبب مڌر ۽ ميٺاج سان ڀرپور آهي، جنهنکي چکي من سدا لاءِ ترپت ٿي پوي ٿو. دادوءَ جن فرمائين ٿا:-

ڪوٽ جتن ڪر ڪر مئي، يھ من دھ دس جاء؛
رام نام روڪيا رهئہ، ناهين آن اُپاء.

(دادو) ساڌ سبد سون مل رهئہ، من راکي بلماء؛
ساڌ شبد بن کيون رهي، تب هي بکر جاء.

اهو نر نيڪا هئہ هري نام،
دوجا نهين اناڻہ بن نيڪا، ڪهلي ڪيول رام؛
نرمل سدا ايڪ اَبناسي، اَجر عقل رس اَڪسا.

پرم پتا پرماتما جو روپ هئڻ سبب صرف "شبد يا نام" ۾ ئي جڳن جڳن جي سنچت ڪرمن جي وشال ڀنڊار کي ناس ڪرڻ جي شڪتي آهي ۽ اهو شبد يا نام اُنهن منڊلن ۾ وٺي وڃڻ لاءِ سمرٿ آهي، جتي ڪرمن جو قانون آسانکي



ڇهي نٿو سگهي. ڪرمن جو قانون آسان سان تيستائين لاڳو آهي جيستائين اَسان ترلوڪيءَ جي منڊل کي (جتي ڪرمن جو قانون اَٽل نيم پوروڪ هلي ٿو) پار نہ ڪيو آهي ۽ پرم پتا سان ملي هڪ نہ ٿيا آهيون (جو ئي سڀني جو پرتپالڪ آهي) جيئن دادو صاحب جن چيو آهي:-

ايڪ مهورت من رهي، ناؤ نرنجن پاس؛
دادو تب هي ديکتا، سڪل ڪرم ڪا ناس.

ڪرم ڦراوئہ جيو ڪون، ڪرمون ڪون ڪرتار؛
ڪرتا ڪون ڪوئي نهين، دادو ڦيرن هار.

نام، جو من جي سڀني وڪارن ۽ ڪرمن جي جهنجهٽن کي ناس ڪرڻ جو هڪ ئي ڪارگر ساڌن آهي، اهو صرف ديھ ڌاري پورن گروءَ دوارا ئي پراپت ٿي سگهي ٿو. رڳو اُن وٽ ئي مالڪ جي محل جي ڪنجي آهي. پوري گروءَ جي هدايتن ساڌن جي ڪمائي ڪرڻ ۽ هن جي اُپديش اَنوسار پنهنجو جيون وتيت ڪرڻ سان ساڌڪ نام، شبد يا پرماتما ۾ سمائجي وڃي ٿو، جيئن دادو صاحبن جي لفظن مان ظاهر آهي:-

دادو دت[1] دربار ڪا، ڪو ساڌو ٻاٽي آء؛
تهان رام رس پائيبي، جهان ساڌو ٽنهہ جاء.

دادو ديو ديال ڪي، گرو دکائي باٽ؛
ٽالا ڪوچي لاء ڪر، کولي سبي ڪپاٽ.

ستگر شبد اُلنگھ ڪر، جن ڪوئي سش[2] جاء؛
دادو پگ پگ ڪال هئہ، جهان جاء تهان کاء.

---

١. دات، دان. ٢. سک يا شش.

شبد، نام يا پرماتما صرف پوري گوروءَ جي ذريعي ئي ڄاتو ماڻي؟ دادو صاحب جي انوسار اُنهو سڀ هي آهي جو ديهه ڌاري ستگرو پرماتما جو ئي روپ هوندو آهي ۽ پرماتما ۽ هن ۾ ڪوبه ڀن ڀيد ڪونه هوندو آهي. تنهن ڪري اُن اڀياس ۽ اگم پرماتما وٽ پهچڻ لاءِ هن جي ٻڌايل سرل ساڌن جو سهارو وٺڻ ضروري آهي. دادو صاحب جن بلڪل کولي فرمايو آهي:-

آپ نرنجن يون ڪهي، ڪيرت ڪرتار؛
مين جن سيوڳ دوئي نهين، ايڪئي انگ سار.

جيون يهه ڪايا جيو ڪي، تيون سائين ڪي ساڌ؛
دادو سب سنتوکيي، مانهي آپ اگاڌ.

پرماتما پرم سروپ آهي، انڪري پوري گروءَ ٻڌايل مارگ، پريم ۽ ڀڳتيءَ جو مارگ هوندو آهي. پرماتما لاءِ سچو پريم، پرهه ۽ وڇوڙي جي لڪي پڙ ۽ اکر دوارن ئي جاڳرت ٿئي ٿو ۽ پريمي پريم دوارا پنهنجي پراڻ (اهم پاڻ) کي مٽائي ڇڏي ٿو. هو جيئري ئي مرتڪ بڻجي پوي ٿو. پنهنجي چِت ڌارا کي شرير جي نون درن مان ڪڍي ٽيهري تل ۾ ايڪاگر ڪرڻ کي سنتن جي ڀاشا ۾ جيئري مرڻ چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته اُن اڀياس دوارا چِت ڌارا جي سميٽجڻ جي حالت بلڪل موت جي وقت جي حالت وانگر ٿيندي آهي:-

پنڌيڙا[1] پنت پڇاڻي ري پيو ڪا، گهه برهي ڪي بات؛
جيوت مرتڪ هئي چلي، لنگهي اوگهٽ گهاٽ.

جيون ماٽي هوي رهي، سائين سمک هوءِ؛
دادو پهلي مر رهي، پاڇي تو سب ڪوءِ.

١. راهي، پانڌيڙو.



آتمڪ شڌيءَ ۽ پرماتما لاءِ پريم پيدا ڪرڻ لاءِ سنتن ۽ هنن جهڙي شخصن جي صحبت (ستسنگ) ڪرڻ نهايت ئي لازمي آهي. انڪري ئي اُن ڳالهه تي خاص زور ڏنو ويندو آهي ته اڀياسي جگياسوءَ کي سنت يا ساڌوءَ جي سنگت ڪرڻ کپي ۽ منمک ۽ نڪميءَ ساڌوءَ کان ڏهه ڪوهه ڏور رهڻ کپي. دادو صاحب جن فرمائين ٿا:-

(دادو) آساڌ ملئه انتر پڙهئه، پاو پگتي رس جاءِ؛
ساڌ ملئه سک اوپجئه، آنند انگ نه ماءِ[1].

سنگت بن سينجهئه[2] نهين، ڪوٽ ڪره جي ڪوءِ؛
دادو ستگر ساڌ بن، ڪبهوُن سڌ نه هوءِ.

آتمڪ اُنتيءَ لاءِ شرير، من ۽ آتما جي پوترتا بلڪل ضروري آهي. اُنهن ٽنهي جو هڪ ٻئي سان گهرو سنبنڌ آهي، انڪري هڪ جي پوترتا يا اپوترتا جو ٻئي تي گهرو ۽ گهاٽو اثر ٿئي ٿو. اِن مان صاف ظاهر آهي ته اڀياسيءَ کي پنهنجي شرير جي پوترتا ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ ماس مڇي، بيڙن ۽ شراب کان پرهيز ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. شرير جي پوتر هئڻ سان ئي نام جي نرمل جل سان من ۽ آتما کي پوتر ۽ شڌ ڪري سگهجي ٿو. شرير جي شڌيءَ بنا نام جي اڀياس ۾ سڦلتا پراپت ٿيڻ ممڪن ڪانهي:-

انڌي ڪوُن ديپڪ ديا، تئه ڀي تمر نه جاءِ؛
سوڌي نهين سرير ڪي، تاسن[3] ڪا سمجهاءِ.

ماس آهاري مد پيوءِ، بشئه بڪاري سوءِ؛
دادو آتم رام بن، ديا ڪها ٿئن هوءِ.

١. سمائجڻ. ٢. سڌ. ٣. اُن کي.

(دادو) رام نام جل پرٽوا[1] سنان سدا جت[2]؛
ٽن من آتم نرمل، پنڇ ڀئُوپاپنگت[3].

پرماتما اسان جي اندر آهي، انڪري هن کي ڳولڻ لاءِ انترمکي ساڌن يا ابياس جي ئي ضرورت ٿئي ٿي. باقي سڀ ٻاهريون ڌارمڪ ڪريائون يا ڪرم ڪانڊ وئرٿ ۽ نشڦل وڃن ٿا. ان باري ۾ دادو جن بلڪل کولي فرمايو آهي:-

اوپر عالم[4] سب ڪرئه، ساڌو جن گهٽ مانهه؛
دادو آئسا انترا، تاتئه بنتي نانهه.

(دادو) ڪوئي دوڙي دوارڪا، ڪوئي ڪاسي جانهه؛
ڪوئي مٿرا ڪو چلي، صاحب گهٽ هي مانهه.

آخر ۾ اها ڳالهه بلڪل چڱي طرح سمجهي ڇڏڻ کپي ته سنتن جي سکيا مان گهڙت يا بدل بدايل ڳالهين تي ٻيٺل ڪانهي. هنن ڪي پنهنجي شخصي ۽ پرتکش انڀو دواران جيڪو گيان ٿئي ٿو، هو صرف ان جو ذڪر ڪن ٿا. دادو صاحب جو هيٺ لکيل شبد ان ڳالهه کي بنا ڪنهن شڪ شبهه جي ظاهر ڪري ٿو:-

دادو ديکا ديدا[5] سب ڪوئي ڪهت شنيدا[6]؛
حوا[7] هرس[8] اندر بس ڪيدا[9]، ٽب يهه دل پيا سيدا؛
انحد ناد گگن گڙ گرجا، ٽب رس ڪايا اميدا[10]؛

---

١. سمجهي ڪري. ٢. ناگري پرچارڻي سڀا پاران ڇپايل ڪتاب نثر ۾ اُن بدران مت لکيل آهي. ٣. پنج انڊريون جي راجا سمان بلوان آهن، اُهي اپاهج ۽ نرمل ٿيڻجي پيون. ٤. سنسار. ٥. اکين سان. ٦. ٻڌل. ٧. وشيه واسنا. ٨. لالچ، ترشنا، حرص. ٩. کيو. ١٠. امرت جو.



سکمن سن سرت محلن مين، آيا اجر عقيدا[1]؛
اشٽ ڪنول دل درگه مين، درشن پايا خود خديدا[2]؛
جئسي دوٽ دوڙ دڏي ماکن، بن مٿي پيڏ نه گهيدا[3]؛
ائسي ٽت مت ست ساڌن[4]، ٽب ٽک نشا پيبيا پيدا؛
نهين وهه جوگه گيان مڌرا ٽت[5]، يهه گٽ اور پديدا[6]؛
جو ڪوئي چينهه لينهه يهه مارگه، ڪارج هو گيا جيدا[7]؛
مرشد ست گگن گر لکيا، ٽن من ڪين اُسيدا[8]؛
عاشق يار اڏر لاکه پايا، هو گيا ديدم ديدا.

---

١. پورو وشواس.
٢. پنهنجي برهم جو.
٣. گيهه.
٤. اهڙي طرح مون صحيح ساڌن دواران.
٥. ان حالت جو.
٦. پوري گروءَ (ستگرو) جي ڪرپا سان مونکي انترڪ منڊل ۾ گروءَ جي نوري سروپ جو درشن ٿيو.
٧. اُن جو.
٨. پريمي پريتم (پرماتما) کي اندر ۾ ڏٺو ۽ پرتکش آمهون سامهون درشن ٿيو.

## سنت دادو ديال جا

## سنگرهه ڪبل ڪجهه شبد

# منش جنم جو مقصد

### ١. پرماتما جي پراپتي

پرماتما جي پراپتي منش جنم ۾ ئي ممڪن آهي. منش جنم پائي اسين پرماتما جي سچي نام جي ڪشتيءَ ۾ چڙهي هن اٿاهه ڀؤساگر کي پار ڪري سگهون ٿا.

منش جامي کي پرماتما جو مندر، نرنارائڻي ديهه يا مڪتيءَ جو دروازو چيو ويو آهي. اهو ناياب خوشقسمت ۽ نهايت قيمتي موقعو بار بار نٿو ملي. انڪري جيڪو به منش جنم جو سمو وشيه واسنا يا سنسار جي ناسونت پدارٿن کي پائڻ ۾ گذري ٿو، اهو ته ائين ئي ضايع ٿي ويو. اهو ئي جيون سڦلو آهي جو پرماتما جي پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ گذري ٿو.

پرماتما جا پريمي ناياب ۽ قيمتي هيرن کي ڪٺو ڪن ٿا ۽ پرماتما جي ميلاپ جو سچو آنند ۽ سک حاصل ڪن ٿا. پر جاهل لوڪ وشيه واسنا جي ڪوڙي ۽ گندگيءَ کي ڪٺي ڪرڻ ۾ پنهنجو املهه وقت برباد ڪن ٿا ۽ آخر ۾ هٿ هڻي پڇتائيندا وڃن ٿا.

بار بار يهه تن نهين، نر نارائڻ ديهه؛
دادو بهر نه پائيي، جنم املڪ ييهه.

دک دريا سنسار هئه، سک ڪا ساگر رام؛
سک ساگر چل جائيي، دادو تج بيڪام.

(دادو) دريا يهه سنسار هئه، رام نام نج ناو؛
دادو ڍيل نه ڪيجيي، يهه اوسر يهه داو[1].

---

١. داءُ.

ڪڇ نہ کھاوئہ آپکون، سائين ڪون سيوئہ؛
دادو دوجا ڇاڙ سب، ناو نج ليوئہ.

(دادو) ائسي مهنگي مول ڪا، ايڪ سانس جي جاء؛
چؤدهہ لوڪ سمان سو، ڪاهي ريت ملاء.

(دادو) نربڪار نج ناولي، جيون دوهئہ اُپاء؛
دادو ڪرتم ڪال هئہ، تاڪي نڪٽ نہ جاء.

ييہ جگہ جيون سو ڀلا، جب لگہ هردي رام؛
رام بنا جي جيونا، سو دادو بي ڪام.

صاحب مليا تہ سب ملي، ڀيٽي ڀيٽا هوء؛
صاحب رهيا تہ سب رهي، نهين تہ ناهين ڪوء.

نهچل ڪا نهچل رهي، چنچل ڪا چل جاء؛
دادو چنچل ڇاڙ سب، نهچل سون ليو لاء.

ڪوٽ برس ڪيا جيوٽا، امر ڀيي ڪيا هوء؛
پريم ڀگت رس رام بن، ڪا دادو جيون سوء.

لوها ماٽي مل رهيا، دن دن ڪائي ڪاء؛
دادو پارس رام بن، ڪتهون گيا بلاء.

لوها پارس پرس ڪر، پلٽئہ اپٹا انگہ؛
دادو ڪنچن هئي رهي، اپٹي سائين سنگہ.

(دادو) هيرا پگہ سيون ٺيل ڪر، ڪنڪر ڪنئہ ڪر لين؛
ڀار برهم ڪو ڇاڙهہ ڪر، جيون سنئہ هٿ ڪين.

(دادو) سب ڪو ٻڻجئہ ڪار-ڪل[1] هيرا ڪوئي نہ ليئہ؛

---

١. سنسار ڪهڙي جو گراهڪ آهي.



هيرا ليگا جوهري، جو مانگي سو ديئہ.

دادو پڇتاوا رهيا، سڪي نہ ٺاهر لاء؛
ارٿ نہ آيا رام ڪي، يهہ تن يونهين جاء؛

کهتا سٽتا دن گيي، هئي ڪڇو نہ آوا؛
دادو هري ڪي ڀگت بن، پراٹي پڇتاوا.

(دادو) ڪر سائين ڪي چاڪري، يي هر ناو نہ ڇوڙ؛
جاٹا هئہ اُس ديس ڪو، پريت پييا سوُن جوڙ.

آپا پر سب دور ڪر، رام نام رس لاگہ؛
دادو اوسر جات هئہ، جاگہ سڪي تو جاگہ.

ائسا جنم امولڪ ڀائي، جا مين آئہ ملي رام رائي؛
جا مين پراٹ پريم رس پيوئہ، سدا سهاگہ سيج سکہ جيوء؛
آتم آء رام سوُن رائي، اڪل امر تن پاوء ٺائي؛
پرگٽ پرسن درسن پاوء، پرم پرش مل مانهہ سماوء؛
ائسا جنم نهين نر آوي، سو ڪيون دادو رتن گنواوء.

من ري بهر نہ ائسي هوئي.
ڀيڇي ڦر پڇتاويگا ري، نيند ڀري جن سوئي؛
آگم سارئہ سنچ ڪريلي[1] تئہ سکہ هووي توهي؛
پريت ڪري پوُ پائيبي، چرٹون راکي موهي؛
سنسار ساگر بشم اَت ڀاري، جن راکي من موهہ؛
دادو ري جن رام نام سون، ڪسمل[2] ديهي توء.
بار بار تن نهين باوري، ڪاهي ڪؤ باد[3] گنواوئہ ري؛
بنست بار ڪڇوُ نهہ لاگي، بهر ڪهان ڪئہ پاوئہ ري؛

---

١. ڪٺو ڪر. ٢. پاپ - ميل. ٣. ٻهر ڪرڻ.

ٽيري ڀاڳ بڙي ڀاوڙ ڪينها ڪيون ڪر چترُ بناوءِ ري؛
سو ٽون ليکھ بشيھ مين ڌاري، ڪنچل چار ملاوءِ ري؛
ٽون مت جاڻھ بھر پائيي، اب ڪي جن ڍهڪاوءِ ري؛
ٽين لوڪ ڪي پونجي ٽيري، بنج بيگي سو آوءِ ري؛
جب لڳ گهٽ مين سانس باس هئه،
ٽب لڳ ڪاهي نه ڌاوءِ ري؛
دادو ٽن ڌر ناو نه لينها، سو پراٽي پڇتاوءِ ري.

## ۱. دير نه ڪر

هن ڪنهنگر ۾ چنچل منش جنم جو انت تيز رفتار سان وهندو ايندو رهي ٿو. اسان کي وقت ضايع ڪرڻ بنا پرماتما جي شرڻ وٺڻ کپي. منش جامي ۾ اسين جيڪڏهن پنهنجو پرم مقصد حاصل ڪري سگهون ٿا پر مرڻ کانپوءِ بلڪل نه.

دادو يهه گهٽ ڪاچا، جل ڀريا، بنست ناهين بار[1]؛
يهه گهٽ ڦوٽا، جل گيا، سمجهت ناهين گنوار.

ڦوٽي ڪايا جاجري[2]، نو ٺاهر ڪاٽي[3]؛
ٽا مين دادو ڪيون رهئه، جيو سريڪا پاٽي.

باو[4] ڀري اِس ڪال ڪا، جوُنا گرب گمان؛
دادو بنسھ ديکتا، ٽسڪا ڪيا اِيمان.

يهه بن هريا ديکه ڪر، ڦوليو ڦرھ گنوار؛
دادو يهه من مرغلا[5]، ڪال اهيڙي[6] لار.

۱. دير. ۲. ڪمزوري. ۳. سوراخ، هن ٻوڙڪ شرير کي نون دوارن جو مڪان سڏيو ويو آهي جاڪاڻ ته هن ۾ نون دروازن جا سوراخ آهن- ۲ اکيون، ۲ ڪن، ۲ ناسون، ۱ وات ۽ ۲ هيٺان مل-موتر جا سوراخ. ۴. هوا. ۵. هرڻ. ۶. شڪاري.



دادو ڪايا ڪاروي[1]، ديکت هي چل جاءِ؛
جب لڳ سانس سرير ۾، رام نام ليڪھ لاءِ.

بيگ بٽائو پنٽ سر، اب بلنب نه ڪيجئه؛
دادو بڻتا ڪيا ڪرئه، رام جپ ليجئه.

سنجهيا چلئه اُٽاولا، بٽائو بنڪنڊ مانهه؛
برياں[2] ناهين ڍيل ڪي، دادو بيگ گهر جانهه.

پوٽ پتا ٿي ڀچنيا، پول پريا ڪس ٽور؛
مرئه نهين اُرڦات ڪر، دادو بڙا ڪٺور.

دادو اوسر چل گيا، برياں گئي بهاءِ[3]؛
ڪر چٽڪي ڪنھ پائيي، جنم امولڪ جاءِ.

دادو ڪال همارا ڪر گهي، دن دن کينچت جاءِ؛
اجهوُن جيو جاگي نهين، سوُوت گئي بهاءِ.

دادو ديکت هي پيا، سيام برڻ ٽئه سيت؛
ٽن من جوبن سب گيا، اجهوُن نه هر سيون هيت.

(دادو) جيوت چوٽئه ديهه گڻ[4]، جيوت مکتا هوءِ؛
جيوت ڪاٽئه ڪرم سب، مڪت ڪهاوي سوءِ.

(دادو) جيوت هي دوُٽر[5] ٽرئه، جيوت لنگهئه پار؛
جيوت پايا جگت گر، دادو گيان بچار.

۱. سراءِ، جتي ڪافلو ترسي ٿو.
۲. وقت.
۳. وقت گذري ويو.
۴. ٽن گڻن وارو شرير.
۵. اهو ڀوساگر جنهن کي پار ڪرڻ ڪٺن هجي.

جيوت ميلا نا پيا، جيوت پرس نہ هوءِ؛
جيوت جڳپت نا ملي، دادو بوڙهي سوءِ.

دادو ڇُوٽڻ جيوتان، موئا ڇُوٽڻ نانھہ؛
موئا پيڇي ڇُوٽيي، تو سب آيي اُس مانھہ[1].

موئان پيڇي بئڪنٺ باسا، موئا سرگ پٺاوءِ؛
موئان پيڇي مڪت بتاوءِ، دادو جگ بؤراوءِ[2].

بٺائون ري چلنا آج ڪ ڪالھہ،
سمجھہ نہ ديکھہ ڪھا سکھ سووگہ، ري من رام سنڀال؛
جئسي ترور برڇ بسيرا، پنکي بئٺي آءِ؛
ائسي يھہ سب هاٽ پسارا، آپ آپ ڪر جاءِ؛
ڪوءِ نھہ تيرا سڄن سنگاتي، جن[3] کووءِ من مُول؛
يھہ سنسار ديکھہ جن ڀُولھہ، سب هي سيبل ڦُول[4]؛
تن نھہ تيرا دن نھہ تيرا، ڪھا رهيو اِنھہ لاگہ؛
دادو هر بن ڪيون سکھ سووي، ڪاهي نہ ديکي جاگہ.

---

1. جيڪڏهن موت کانپوءِ مڪتي ملندي هجي ها تہ سڀ مڪت ٿي وڃن ها ڇاڪاڻ تہ موت سڀني لاءِ اچي ٿو.
2. اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ وارا سنسار کي بيوقوف بڻائين ٿا.
3. ن. 4. طوطو سيمل وڻ جي موهيندڙ گُلن کي ڏسي اِها آس لڳائي اُن تي ويهي رهي ٿو تہ هن سندر گل ۾ ڏاڍو سوادي ڦل لڳندو، پر جڏهن ڦل لڳي ٿو ۽ طوطو اُن کي چکڻ لاءِ پنهنجي چهنب اُن ۾ هڻي ٿو تہ اُن ڦل جي پيٽ مان سموري ڪپهہ اُڏامي ٻاهر هلي وڃي ٿي ۽ طوطي کي ڪجهہ بہ هٿ ڪين نٿو پوي. جيڪڏهن طوطو ڪچي ڦل ۾ چهنب هڻي ٿو تہ ڪپهہ جا ذرا هن جي چهنب ۾ بلڪل بري طرح اٽڪي پون ٿا ۽ طوطي کي ڪافي ڪشٽ ٿئي ٿو.



جب گوبند بسر جن جاءِ، جنم سڦل ڪريبي لئہ لاءِ؛
هري سمرن سيون هيت لڳاءِ، ڀڄن پريم جس گوبند گاءِ؛
منشا ديهہ مڪت ڪا دوارا، رام سمرن جگ سرجٺارا؛
جب لگہ بشم بيياڌ نھہ آئي،
جب لگہ ڪال ڪايا نھہ ڪائي،
جب لگہ سبد پلٽ نھہ جائي، تب لگہ سيوا ڪر رام رائي؛
اوسر رام ڪھس نھہ لوئي، جنم گيا تب ڪھہ نہ ڪوئي؛
جب لگہ جيوي تب لگہ سوئي، پيڇي ڦر پڇتاوا هوئي؛
سائين سيوا سيوگ لاگي، سوئي پاوي جي ڪوءِ جاگي؛
گرمکھ تمر ڀرم سب ڀاگي، بهر نہ اُلٽي مارگ لاگي؛
ائسا اوسر بهر نہ تيرا، ديکھہ بچار سمجھہ جيہ ميرا؛
دادو هار جيت جگ آيا، بهت ڀانت ڪھہ سمجھايا.

## ٣. مايا-جال

مايا اسان کي انڌو ڪري ڇڏيو آهي جنهن ڪري اسين ڪال ۽ ديال جي فرق کي ڏسي سگهڻ ۾ اسمرٿ آهيون. اُن انڌڪار ميہ اوستا ۾ اسين ٻاهرين رمڻيڪ ۽ من موهيندڙ سنسار جون زهريليون شيون جهڙوڪ ڪنڪ ۽ ڪامڻيءَ جي پٺيان ڊوڙندا رهون ٿا ۽ آخر ۾ اُن اوڙاهہ ۾ مري مُٺجي وڃون ٿا.

مايا سان لپٽيل ۽ اهنڪار جي بندڙي ۾ ٻڌل آتما کي پنهنجي دائما جاڳرت پرماتما سان هڪ ٿي سگهڻ تي سمجهي جي بيهي آهي بہ پريتم سان هن جو ميلاپ نٿو ٿئي. اِنڪري سنت آتما کي سڄاڳ ڪن ٿا ۽ کيس چتائين ٿا تہ هوءِ هن منش چولي جي تمام ٿورن پلن کي برباد نہ ڪري، پر پنهنجي پريتم کي رجهائي هن جي امر پريم کي پائڻ جي لائق بڻجي.

(دادو) مايا ڦوڙهه نهن دوءِ، رام نه سوجهي ڪال؛
ساڌ پڪاري مير[1] چڙهه، ديکه آگني کي جهال.

دادو امرت روپي آپ هه، اور سڀي بش جهال؛
راکڻ هارا رام هه، دادو دوجا ڪال.

باجي ڇهر[2] رچاءِ ڪر، رهيا اپرڇن[3] هوءِ؛
مايا پٽ پڙدا ديا، تاتهه لکهه نه ڪوءِ.

دادو سائين ست هه، دوجا ڀرم بڪار؛
ناتو نرنجن نرملا، دوجا گهور انڌار.

ست بت مانگي باوري، صاحب سي نه ميل[4]؛
دادو وي نر ڦل گئي، جنسي ناگر بيل[5].

آئي روجي جيوُن گئي، صاحب ڪا ديدار؛
گهلا لوگون ڪارٽي، ديکهه نهين گنوار[6].

دادو ٻُوڙهه رهيا ري باپ ري، مايا گرهه کي ڪُوپ؛
موهيا ڪنڪ اروُ ڪامني، نانا وڌ کي روُپ.

(دادو) ڪام ڪٺن گهٽ چور هه، گهر ڦوڙهه دن رات؛
سووت ساهه نه جاڳئي، ٽٽ بست لي جات.

---

١. پهاڙ، گيان جي چوٽي. ٢. عجيب. ٣. ڳجهو. ٤. الڳ ڪري ڇڏي. ٥. پان جي ول جنهن ۾ ڪڏهن به ڦل نه لڳندو آهي. ٦. (مانش) شرير ۾ اچي موقعو هو ته سچي مالڪ جي ڀڳتي ڪري هن جو ديدار ڪري ها پر مورک سنسار ۾ ڪٺنين خاطر هن املهه موقعي کي اهڙي طرح وڃائي ڇڏيو جهڙي طرح ڪو مورک اڳيان رکيل ڪاڌي کي نه کائي.



جيون گهن لاگهه ڪاٺ ڪو، لوهي لاگهه ڪاٽ[1]؛
ڪام ڪييا گهٽ جاجرا[2]، دادو بارهه باٽ.

ڪال ڪنڪ اور ڪامني[3]، پرهر ان ڪا سنگهه؛
دادو سب جگ جل موئا، جيون ديپڪ جوت پتنگ.

دادو من مرتڪ پيا، اندري اپڻي هاٿ؛
تؤ ڀي ڪدي نه ڪيجيي، ڪنڪ ڪامني ساٿ.

مايا سانپڻ سب ڊسهه، ڪنڪ ڪامڻي هوءِ؛
برهما بسنوُ مهيس لون، دادو بچهه نه ڪوءِ.

ناري پرش ڪوُن لي مُئي، پرشا ناري ساٿ؛
دادو ڏنيون پچ موئي، ڪڇوُ نه آيا هاٿ.

ناري پيوهه پرش ڪوُن، پرش ناري ڪوُن ڪاءِ؛
دادو گر کي گيان بن، ڏنيون گئي بلاءِ.

خالق جاڳي جيرا سووءِ، ڪيوُن ڪر ميلا هووءِ؛
سيج ايڪ نهين ميلا، تا تهه پريم نه کيلا؛
سائين سنگهه نه پاوا، سووت جنم گنوايا؛
غافل نيند نه ڪيجهه، آو گهٽ تن چيجهه،
دادو جيو اياڻا، جهوٺي ڀرم ڀلانا.

جات ڪٽ مد ڪهه مانهه ري.
تن ڌن جوبن ديکهه گربانهه، مايا راتهه ري.
اپنو هين روپ نهن پر ديکهه، ڪاهن ڪهه سنگهه پاوءِ ري.
بارنبار بشيهه رت مانهه، مر بهه چيت نه آوءِ ري.

---

١. ڪٽ. ٢. نربل، ڪمزور. ٣. ڪامني جو مطلب آهي مرد يا استريءَ جي ڪام واسنا.

مَنُ بڙ آڳي اور نہ آوئہ، ڪرت ڪيت ايمانا ري.
ميري ميري ڪر ڪر ڀوليو، مايا موھہ ڀلانا ري.
مَنُ مَنُ ڪرت جنم سڀ کويو، ڪال سرھاني آيو ري.
دادو ديکہ موڙھہ نر پراڻي، ھر بن جنم گمايو ري.

سجني رجني[1] گھٽتي جاءِ،
پل پل ڇيجئہ آوڌ دن آوئہ، اپنئہ لال مناءِ.
اَت گت نيند ڪھان سکہ سوءِ، يھہ اوسر چل جاءِ،
يھہ تن بڇرءِ بھر ڪنھہ پاوءِ، پيڇي ھي پڇتاءِ.
پراڻ پت جاڳي سندر ڪيون سوءِ، اٺ آتر گھہ پانئہ،
ڪومل بچن ڪروڻا ڪر آگئہ، نکہ سکہ رُھہ لپٽاءِ.
سکي سھاڳ سيج سکہ پاوئہ، پريتم پريم بڙھاءِ،
دادو ڀاڳ بڙي ڀو پاوئہ، سکل سروم ڏ راهِ.

## ۴. جاڳڻ جي مھما

ھن ناسونت ۽ فاني سنسار ۾ صرف سڄاڳ منش ئي برباد ٿيڻ کان بچي سگھي ٿو ۽ منش جيون جي مقصد کي پورو ڪري سگھي ٿو.

دادو اچيت نہ ھوئيي، چيتن سنئہ چت لاءِ،
منوا سوتا نيند ڀر، سائين سنگہ جگاءِ.

جاگت ڪنئہ ڪدي نہ موسئہ[2] ڪوئي،
جاگت جان جتن ڪر راکئہ، چور نہ لاگو ھوئي.
سووت ساھہ بست نہ پاوئہ، چور موسئہ گھر گھيرا.
آس پاس پھرو ڪوئو ناھين، بستئہ ڪينھہ نبيرا.

---

۱. پرماتما سان ميلاپ ڪرڻ وارو سمو يعني منش جيون.
۲. چوري ڪرڻ.



پيڇئہ کہ ڪيا جاڳي ھوئي، بستو ھاٿ تي جائي
بيتي رئن بھر نہ آوئہ، تب ڪيا ڪرھئہ پائي.
پھلي ھي پھري جي جاڳئہ، بست ڪڇو نہ ڇيجئہ.
دادو جگت جان ڪر ائسي، ڪرنا ھئہ سو ڪيجئہ.

جيرا چيت ري جن جاري،
ھيجئہ[1] ھر سنئہ پريت نہ ڪينھي، جنم امولڪ ھاري.
بير بير سمجھايئہ ري جيرا، اچيت نہ ھوءِ گنواري.
يھہ تن ھئہ ڪاگد ڪي گڙيا، ڪڇو ايڪ چيت بچاري.
تل تل تجکو ھاڻ ھوت ھئہ، جي پل رام بساري.
پئہ پياري دادو ڪي جيئہ مين، کہ ڪئسي ڪرباري.

ڪيچ چيت ري کہ ڪيا آيا[2]،
اِن مين بئنا قول ڪر، تئن دئي مايا.
تون جن جانئہ تن تن ميرا، مورکہ ديکہ ڀلايا.
آج ڪال چل جاوي ديھي، ائسي سندر ڪايا.
رام نام نج ليجيي، مئن کہ سمجھايا.
دادو ھر ڪي سيوا ڪيجئہ، سندر ساج ملايا.

---

۱. پريم سان. ۲. ماتا جي گرڀ ۾ جڏھن منش اونڌو منھن ڪري سخت پيڙا سھندو رھي ٿو تہ پنھنجي رکشا لاءِ پرماتما کي عاجز ٿي پڪاري ٿو ۽ واعدو ڪري ٿو تہ ھن دنيا جي منھنجي رکشا تي رھي تہ جنم وٺڻ کان پوءِ مان مالڪ کي ڪڏھن بہ نہ وساريندس ۽ مايا ۾ ڪو نہ ڦاسندس. دياﻟو پرماتما ھنجي ھر طرح سنڀال ڪري ٿو پر منش جنم وٺڻ کان پوءِ منش مايا جو شڪار ٿئي، ڏيري ڏيري اُن ڪيل قول کي وساري ٿو وڃي.

## ۵. ستگروءَ بنا زندگي بيڪار آهي

جيڪڏهن زندگيءَ ۾ پورو گرو نه مليو جيڪو ٽُٽل تار کي جوڙي سگهي (پرماتما کان وڇڙيل آتما کي وري پرماتما سان ملائي سگهي) ۽ سنسار ساگر مان پار اُڪاري سگهي يا جيڪڏهن پرڀوءَ کي پرسن ڪرڻ لاءِ زندگيءَ ۾ ڪارڻ نه ڪيا ويا ته منش جنم اِئين ئي وئرٿ هليو ويو. پرماتما کي ڇڏي سنساري سکن پٺيان ڊوڙڻ اِئين آهي جيئن اَملهه هيري کي اُڇلائي موٽ ۾ خسيس سپيءَ کي وٺڻ.

مختصر طور اِئين چئجي ته گروءَ جي ذريعي پرميشور کي پائڻ بنا منش جيون بيڪار آهي.

ڦُوٽا ڦير سوار ڪر، لي پهنچاوي اور[1]؛
ائسا ڪوئي نا ملي، دادو گئي بهور[2].

يهه تن پيرا[3] پوجلا، ڪيون ڪر لنگهئه تير؛
ڪيوٽ بن ڪئيسئه تري، دادو گهر گنڀير.

سو ڪڇ هم ني نا پيا، جا پر ريجهئه رام؛
دادو اِس سنسار مين، هم آئي بيڪام.

ڪيا منهن لي هنس بوليئي، دادو ديجئه روءِ؛
جنم امولڪ آپڻا، چلي اڪارٿ کوءِ.

جا ڪارڻ جگ جيجئي[4]، سو پد هردي نانهه؛
دادو هر کي ڀگت بن، ڌرگ جيون ڪل نانهه.

ڪيا من ڪا پاو ٽان، ميتي آگيا ڪار؛
ڪيا لي مک دکلائيي، دادو اُس پرٽار[5].

۱. ڪناري. ۲. سوير. ۳. ٻيڙي. ۴. جيئڻ لائق. ۵. سوامي.



اِندري سوارٿ سب ڪيا، من مانگي سو دينهه؛
جا ڪارڻ جگ سوجيا، سو دادو ڪڇو نه ڪينهه.

ڪييا ٽا اِس ڪام ڪنئه، سيوا ڪارڻ ساج،
دادو ڀولا بندگي، سرئيا نه ايڪئه ڪاج.

من مورکا ٽئه يون هي جنم گنوايو؛
سائين ڪيري سيوا نه ڪينهي، اِهه ڪل ڪاهي ڪون آيو.
جن باٽن ٽيري ڇوٽڪ ناهين، سوئي من ٽيري ڀايو؛
ڪامي هُوي بشيا سنگه لاگيو، روم روم لپٽايو.
ڪڇ اِڪ چيٽ وچاري ديکو، ڪهان پاپ جيه لايو؛
دادو داس ڀجن ڪر ليجئه، سپني جگه ڊهڪايو.

رام بساريو ري جگ ناٿ،
هيرا هاريو ديکٽهي ري، ڪوڙي ڪينهي هاٿ.
ڪاچ هٽا ڪنچن ڪر جاني، ڀوليو ري برهم پاس؛
ساچي سنگه پل پرچا ناهين، ڪر ڪاچي ڪي آس.
بِش ٽاڪو اَمرت ڪر جانئه، سو سنگ نه آوءِ ساٿ؛
سيبل ڪي ڦُولن پر ڦُوليو[1]، چُوڪيو اَب ڪي گهاٽ.
هر بيج ري من سهج پڇاني، يهه سن ساچي باٽ؛
دادو ري اِب ٽئه ڪر ليجئه، آو گهٽي دن جاٽ.

۱. سيبل جي ڦول ني ڌسو فٽ نوٽ صفحو ۳۲.

# پرماتما اسانجي اندر آهي

## ١. پنڊ جي اندر برهمانڊ

جهڙيءَ طرح کير ۾ مکڻ آهي، ترن ۾ تيل آهي، گل ۾ سڳنڌ آهي، ڪاٺ ۾ اگني آهي ۽ آرسيءَ ۾ پاڇو آهي، ساڳيءَ طرح منش جي اندر مالڪ آهي. اُن اُپائڻهار، منش کي پنهنجي مندر جي روپ ۾ بڻائي اُن جي هردي[1] ۾ پنهنجو نواس اِستان بڻائي رکيو آهي.

پرماتما جي ساري سرشٽي، جنهن ۾ لا بيان، عجيب ۽ بيشمار منڊل آهن، اهي سڀ منش جي اندر آهن. ستگروءَ جي ڪرپا ۽ رهنمائيءَ دواران منش اُنهن سڀني منڊلن کي پنهنجي اندر پسي سگهي ٿو ۽ هن کي اُن راز جو پتو پئجي سگهي ٿو ته ڪهڙيءَ طرح برهمانڊ پنڊ ۾ سمايل آهي.

(سوال –) جن هم سرجي[2] سو ڪهان، ستگر ديهه دکاءِ؛
(جواب –) دادو دل ارواح[3] کا، ڪنهه مالک ليئه[4] لاءِ.

مجهه ئي مين ميرا ڌڻي، پڙدا کول دکاءِ؛
آتم سون پرآتما[5]، پرگٽ آڻ ملاءِ.

---

١. سنتن جي ڀاشا ۾ هردي بنهي اکين جي وچ واري مرڪز جو نالو آهي جنهن کي شو نيتر يا ٽيسرا تل به چون ٿا.

٢. پيدا ڪيو.

٣. ارواح عربي لفظ روح جو جمع آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جيو آتما. عالم ارواح برهمانڊ کي چون ٿا.

٤. پرلت.

٥. پرماتما.



مانسرور مانهه جل، پياسا پيوءِ آءِ؛
دادو دوس نه ديجيي، گهر گهر ڪهڻ نه جاءِ[1].

(دادو) ڪايا انتر پائيا، نرنتر نرڌار؛
سهجهي آپ لکائيا، ايسا سمرٿ سار.

دادو تهُو پِوَ پائيي، ڪر سائين ڪي سيوَ؛
ڪايا مانهه لکائيسي، گهٽ هي ڀيتر ديوَ.

آتم آسڻ رام ڪا، تهان بسئه ڀڳوان؛
دادو دونيون پرسپر، هر آتم ڪا ٿان.

جيون درپن مين مکه ديکيي، پاني ۾ پرتيبنب؛
ايسي آتم رام هئه، دادو سب هي سنگ.

جيئين[2] تيل تلن مين، جيئين گنڌ ڦلن؛
جيئين ماکن شير مين، ايئين[3] رب[4] روحن[5].

ايئين[6] رب روحن مين، جيئين روح رڳن[7]؛
جيئين جيرئه[8] سور مين، ٺنڊو چنڊر بسن[9].

---

١. ٻاهرين طرح شش جو اهو فرض آهي ته هو نماڻو ۽ عاجز بڻجي ستگروءَ کان نام جي بخشش گهري ۽ شرن وٺي. ستگرو نام جي اَملهه دولت جو ڀنڊارو ٿو وڃائي جيتوڻيڪ حقيقت اِها آهي ته خود گرو ئي شش کي پاڻ ڏانهن ڪشيندو ٿو ۽ هنکي نيڪ راهه ۾ هلڻ جو اُتساهه بخشي ٿو. ٢. جهڙيءَ طرح. ٣. اهڙيءَ طرح. ٤. مالڪ. ٥. آتمائن ۾. ٦. هن ساکيءَ ۾ دادو صاحب اڪبر بادشاهه کي هن سوال جو جواب ڏنو ٿا ته ڪهڙيءَ طرح پرماتما آتما جي اندر نواس ڪري ٿو. ٧. رڳن ۾. ٨. پرڪاش. ٩. رهي ٿو.

(دادو) جن يهه دل مندر ڪيا، دل مندر مين سوءِ؛
دل مانهه دلدار هئه، اور نه دوجا ڪوءِ.

ميت تمهارا تمهه ڪنئه، تمهي ليهه پڇاڻ؛
دادو دور نه ديکيي، پرتيڪش جيون جاڻ.

(دادو) سب گهٽ مين گوبند هئه، سنگهه رهئه هر پاس؛
ڪستوري مرگ مين بسئه، سونگهت ڏولي گهاس.

(دادو) جيو نه جاڻي رام ڪنئه، رام جيو ڪي پاس؛
گر ڪي شبدئه بهرا، تاتي ڦرئه اُداس.

(دادو) جا ڪارڻ جڳه ڍونڍيا، سو تئه گهٽ هي مانهه؛
مئن تي پڙدا ڀرم ڪا، تاتي جاڻت نانهه.

(دادو) سب گهٽ مانهه رم رهيا، برلا بوجهئه ڪوءِ؛
سوئي بوجهي رام ڪنئه، جي رام سنيهي هوءِ.

آپ آپڻ مين کوجئه ري پائي، وستو اگوچر گرو لکائي؛
جيون مهي بلويي ماکن آوئه، تيون منٿيان تي تت پاوءِ؛
ڪاٺ هتاسن[1] رهيا سمائي، تيون من مانهه نرنجن رائي؛
جيون اوني[2] مين نير سمانا، تيون من مانهه ساچ سيانا؛
جيون درپن ڪي نهين لاڳئه ڪائي،
تيون مورت مانهه نرکه لکائي؛
سهجئه من منٿيان تي تت پايا، دادو اُن تئه آپ لکايا.

ساچا ستگر رام ملاوي، سڀ ڪڇ ڪايا مانهه ڏکاوي؛
ڪايا مانهه سرجنهار، ڪايا مانهه اونڪار[3]؛

١. باهه. ٢. پرٿوي. ٣. سنت مت جي انوسار 'اوم يا اونڪار' مان ڀيو پد يعني ترڪٽيءَ جي هلائيندڙ برهم جو گيان ٿئي ٿو.



ڪايا مانهه هئه آڪاس، ڪايا مانهه ڌرتي پاس؛
ڪايا مانهه پوَن پرڪاس، ڪايا مانهه نير نواس؛
ڪايا مانهه سسهر[1] سوُر، ڪايا مانهه باجئه توُر؛
ڪايا مانهه تينيون ديو[2]، ڪايا مانهه الکه اڀيو؛
ڪايا مانهه چاريون ويد، ڪايا مانهه پايا ڀيد؛
ڪايا مانهه چاريون کاڻي[3]، ڪايا مانهه چاريون باڻي[4].
ڪايا مانهه اُپجئه آءِ، ڪايا مانهه مر مر جاءِ؛
ڪايا مانهه جامئه مرئه، ڪايا مانهه چوراسي ڦرءِ؛
ڪايا مانهه لي اوتار، ڪايا مانهه بارمبار؛

١. چندرما. ٢. برهما، وشنو ۽ مهيش. ٣. چئن قسمن جون جوٽيون ٿينديون آهن: (١) جرايج – سنهڙي کل ۾ وڙهيل جنم وٺندڙ جيو جهڙوڪ منش يا پشون. (٢) انڊج – انڊي مان پيدا ٿيندڙ جيو جهڙوڪ پکي. (٣) سوهدج – پگهر يا گرمي مان پيدا ٿيندڙ جيو جهڙوڪ مڇر وغيره ۽ (٤) اُدڀج – زمين مان ڦٽي نڪرندڙ جيو جهڙوڪ وڻ ٽڻ. ٤. لکڻ، پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾ ڪم ايندڙ (ورڻاتمڪ) شبد جا چار قسم چيا ويا آهن: (١) ويکري – جو زبان سان اُچاري سگهجي. (٢) مڌيما – جو من دواران ڪنٺ چڪر سان اُچاريو آهي. (٣) پشينتي – جو من دواران سوکم هردي چڪر تي اُچاريو آهي ۽ (٤) پرا – جنهن کي يوگي جن سوکم روپ ۾ نابي چڪر ۾ هلور اٿاري اُٿپن ڪندا آهن.

ڌنياتمڪ نام جنهن جي مهما سنت مهاتمائون ڪن ٿا ۽ جيڪو لکڻ پڙهڻ ۾ نٿو اچي، اُهو مٿي ذڪر ڪيل چئني قسمن جي ورڻاتمڪ شبد کان نيارو آهي. اهو صرف پوري گروءَ جي دکشا دواران ۽ هن جي پڌائل اڀياس جي ساڌن ڪرڻ سان انڀو ڪجي ٿو.

کايا ماﻧﻬ رات ڏن، اُڏءِ اَست اِڪتار؛
کايا ماﻧﻬ پرم گر، ڪيبيا ايڪنڪار.

کايا ماﻧﻬ لوڪ سب، دادو ڏيئي ڏکاءِ؛
منسا باچا ڪرمنا، گر بن لکيا نه جاءِ.

کايا نگر نڌان ھئه، ماﻧﻬ ڪؤٽگه ھوءِ؛
دادو ستگر سنگه لي، ڀؤل پڙئه جن ڪوءِ.

کايا منھ ڪرتار ھئه، سو نت جاڻئه ناﻧﻬ؛
دادو گرمکه پائيبي، سب ڪڇ کايا ماﻧﻬ.

کايا ماﻧﻬ باس ڪر، رھئه نرنتر ڇاءِ؛
دادو پايا آد گھر، ستگر ڏيا ڏکاءِ.

کايا ماﻧﻬ پريت ڪر، کايا ماﻧﻬ سنيھ؛
کايا ماﻧﻬ پريم رس، دادو گورمکه ييھ.

کايا ماﻧﻬ ڪسل ھئه، سو ھم ڏيکه آءِ؛
دادو گورمکه پائيي، ساڌ ڪنھئه سمجھاءِ.

کايا اگم اگاڌ ھئه، ماﻧﻬ ٽور بجاءِ؛
دادو پرگٽ پئو مليا، گورمکه رھي سماءِ.

### ٢. انترمکي پوڄا

انترمکي پوڄا ئي سچي پوڄا آھي. پرماتما کي پرگھٽ ڪرڻ لاءِ اھو ئي صرف سچو ۽ صحيح ساڌن آھي. اندر ئين سروور ۾ اِشنان ڪرڻ سان ئي من جي ميل لھي ٿي. ٻيا سڀ ٻاھرمکي ساڌن فضول آھن.



ابناسي اپرنپرا، وار پار نھ ڇيو[1]؛
سو ٽؤن دادو ڏيکه لي[2]، اُر انتر ڪر سيو.

دادو پيٽر پئس ڪر، گھٽ ڪي جڙئه ڪپاٽ؛
سائين ڪي سيوا ڪرئه، دادو اوگٽ گھاٽ.

آتم ماﻧﻬ رام ھئه، پوڄا تاڪي ھوءِ؛
سيوا بندن آرتي، ساڌ ڪرنئه سب ڪوءِ.

(دادو) ماﻧﻬئه ڪيجي آرتي، ماﻧﻬئه پوڄا ھوءِ؛
ماﻧﻬئه ستگر سيويي، بوجھي برلا ڪوءِ.

(دادو) کايا انتر پائيا، انحد بين بجاءِ؛
سھجي آپ لکائيا، سن منڊل مين جاءِ.

(دادو) کوج ٽھان پئه پائيبي، سبد اُپنئه[1] پاس؛
ٽھان ايڪ ايڪانت ھئه، ٽھاس جوت پرڪاس.

دادو اُلٽ اپوٺا[3] آپ مين، انتر سوڌ سجاڻ؛
سو ڍگه ٽيري باوري، ٽج باھر کي باڻ[5].

سرت اپوٺي ڦير ڪر، آتم ماﻧﻬئه آڻ؛
لاگ رھئه گرديو سنئه، دادو سوئي سياڻ.

جنھ آتم ٽنھ رام ھئه، سڪل رھيا ڀرپور؛
انترگت ليئه لاءِ رھ، دادو سيوگ سؤر.

---

١. اَنت. ٢. سنتن جي ڀاشا ۾ اُر يا ھردو ٻنھي ڀرن جي وچ واري مرڪز کي چوندا آھن. اُن کي ئي ٽيسرا تل يا شو نيتر چئبو آھي. ٣. پيدا ٿئي ٿو. ۴. ڀنيان. ۵. سڀاءُ يا عادت.

(دادو) انترگت ليئه لاءِ رهه، سدا سرت سنگه گاءِ؛
يهه من ناچي مگن هوءِ، ٻاوئه تال بجاءِ.

(دادو) گاوئه سرت سنگه، ٻاڻي ٻاجه تال؛
يهه من ناچي پريم سنگه، آگئه ديِن ديال.

سرير سروور رام جل، مانهه سنجم سار؛
دادو سهجه سب گئي، من کي ميل بکار.

(دادو) تس سرور کي تير، جپ تپ سنجم کيجيي؛
تنهه سنمک سرجنهار، پريم پلاوئه پيجيي.

(دادو) تس سرور کي تير، سنگي[1] سبهه سهاوڻي؛
تنهه بن کر باجه بين، جيبيا هيٺي[2] گاوڻي.

(دادو) رام نامر جلم کرتوا، اسنانم سدا جت[3]؛
تن من آتم نرملم، پنچ ڀوپا پنگت[4].

ٻوجٺهاري پاس هئه، ديهي مانهه ديو؛
دادو تاکو ڇاڙهه کر، باهر مانڍي سيو.

(دادو) تيج کنول دل نور کا، تهان رام رحمان[5]؛
تنهه کر سيوا بندگي، جي توُن چتر سيان.

(دادو) يهه مسيت[6] يهه ديهرا[7]، ستگر ديا دکاءِ؛
ڀيتر سيوا بندگي، باهر کاهي جاءِ.

---

١. هنس ۽ پرمي آتمائون. ٢. زبان کانسواءِ. ٣. ناگري پرچارڻي سڀا جي پستڪ ۾ لکڻ انوسار مت آهي. ٤. پنج روپ اپنگت آرتات پنج ئي اندرين جي راڄا سمان پلوان آهن، اپنگ يا ڪمزور ٿي پيون. ٥. دئال. ٦. مسجد. ٧. مندر.



ڀائي ري گهر هي مين گهر پايا[1]؛
سهج سماءِ رهيو تا مانهين، ستگر کوج بتايا؛
تا گهر کاج سبهه ڦر آيا، آپئه آپ لکايا؛
کول کپاٽ محل کي دينهي، ٿر استان دکايا؛
ڀئه اوُ ڀيد ڀرم سب ڀاڳا، ساچ سوئي من لايا؛
پينڊ پري جهان جوُ جاوئه، تا مين سهج سمايا.

نهچل سدا چلئه نهين کبهوُ، ديکيا سب مين سوئي؛
تاهي سيوُن ميرا من لاڳا، اوُر نه دوُجا کوئي؛
آد انت سوئي گهر پايا، اِب من انت نه جائي؛
دادو ايک رنگئه رنگ لاڳا، تا مين رهيا سمائي.

### ٣. اندرين صفائي (شڌيءَ) کان سواءِ مالڪ جو ملاپ ناممڪن آهي

صحيح انترمکي اڀياس ذريعي اندرين صفائي ڪرڻ بنا، ڪير ٻه اندر پرويش نه ڪري سگهندو ۽ اُن آنترڪ ستيه جو درشن نه پائي سگهندو، جو ساري گيان، شانتي ۽ آنند جو ڀنڊار آهي. اُن اندروني آنند ملڻ کان پوءِ منش کي ڇوڏاري آنند ئي آنند جو احساس رهي ٿو پر اُن بنا کهڙي ٻه ٻاري ساڌن ۽ جڳتيءَ دوارا پنهنجي پاڻ کي سکي بڻائڻ ممڪن ناهي. اهڙي طرح ڏک سک، امرت ۽ زهر جو جهڙو ٻه اسان جي اندر آهي پر اگياني منش اُن کي ميڇڻ ۽ ڏسڻ لاءِ منتظر نه ٿيندا آهن.

اندي کوُن ديپک ديا، تئه ٻيءِ تمر نه جاءِ؛
سوڌي نهين سرير کي، تاسن کا سمجهاءِ.

---

١. پنهنجي وجود جي اندر ئي پنهنجي پرم ڌام کي پاتو.

(دادو) ڪهڙي ڪڇ اُپگار ڪئُ، ماني اوگڻ دوش؛
انڌي ڪوُپ ٻتايا، سٽ نہ مانڻہ لوڪ.

آتم مانهہ اُپجڻہ، دادو پنگل گيان[1]؛
ڪرڻم[2] جاءِ اُلڪهہ ڪر، جنهان نرنجن ٿان.

دادو يهہ تن پنجرا، مانهين من سووا؛
ايڪڻہ ناؤ اللهہ ڪا، پڙهہ حافظ هووا.

دادو وشيہ وڪار سين، جب لاگا من راتا؛
تب لگ چيت نہ آوئي، ترڀون-پت داتا.

(دادو) گهٽ مين سکہ آنند هئہ، تب سب ٺاهر هوءِ؛
گهٽ مين سکہ آنند بن، سکي نہ ديکيا ڪوءِ.

جي نڌ ڪهين نہ پائيي، سو نڌ گهر گهر آهہ؛
دادو مهنگي مول بن، ڪوئي نہ ليوءِ تاهہ.

(دادو) ديهي مانهہ دوءِ دل، اِڪ خاڪي اِڪ نوُر؛
خاڪي دل سوجهي نهين، نوري منجهہ حجوُر.

وش امرت گهٽ مين بسئہ، برلا جاڻئہ ڪوءِ؛
جن بس ڪايا تي موئي، امر اَمي سيون هوءِ.

حاجران حجوُر سائين، هئہ هري نيڙا دور ناهين؛
مني ميت محل مين پاوئہ، ڪاهي ڪوجن دور جاوءِ؛
حرص نہ هوئي غصا سب ڪاءِ، تا تي سنئيان دور نہ جاءِ.

---

١. پرم شانتي دائڪ گيان جنهن کي پائي، من جي سڀ غلاظت يا چنچلتا دائما طور دور ٿي وڃي ٿي.

٢. ٻناوٽي.



دئي دور دروغ نہ هوءِ، مالڪ من مين ديکئہ سوءِ؛
اريي پنچ[1] سوڌ سب مارئہ، دادو ديکئہ نکت بچاري.

## ٤. ڀڳت کي ڀؤ ڪونهي

سرو وياپڪ ۽ سرو شڪتيمان پربهو سدا اسانجي اندر آهي. هوُ اسانجي سڀني ضرورتن کي ڄاڻي ٿو ۽ سدا اسانجي سار سنڀال لهي ٿو. هن حقيقت کي ڄاڻڻ وارن ۽ اُن تي اعتقاد رکڻ وارن، پربهوءَ جي پيارن کي ڪڏهن به ڪا چنتا يا ڀؤ نہ ٿيندو آهي.

پورڪ پورا پاس هئہ، ناهين دور گنوار؛
سب جانت هئہ باوري، ديوي ڪوُن هوسيار.

دادو چينتا[2] رام ڪوُن، سمرٿ سب جاڻئہ؛
دادو رام سنڀاليي، چينتا جن آڻئہ.

(دادو) جن پهنچايا پراڻ ڪوُن، اُدر اُڙد مکہ شير؛
جٺر اگن مين راکيا، ڪومل ڪايا سرير.

سو سمرٿ سنگي سنگہ رهئہ، بڪٽ گهاٽ گهٽ ڀير؛
سو سائين سوُن گهگئي[3]، جن پولئہ من بير.

دادو راجق[4] رجق[5] ليبيي ڪڙا، ديوءِ هاٿون هاٿ؛
پورڪ پورا پاس هئہ، سدا هماري ساٿ.

---

١. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار - اهي پنج شترو آهي. ار = دشمن يا شترو. ٢. چنتا. ٣. لڳاءُ-سنبڌ. ٤. روزي رسائيندڙ. ٥. روزي.

# زنده گروءَ جي ضرورت

## ١. گرو ۽ گوبند هڪ ئي آهن

سچا سنت پرماتما ۾ مليل پوريءَ رهت هن سان هڪ ٿي پوندا آهن. انڪري پرماتما جي پراپتي سنتن دوارا ئي ٿي سگهي ٿي ۽ سنت پريءَ جي ڪرپا سان ئي ملن ٿا. خود پرماتما جو چوڻ آهي ته جهڙي طرح کير ۾ مليل پاڻي ۽ پاڻيءَ ۾ مليل لوڻ هڪ ٿي وڃن ٿا، ساڳيءَ رهت پريءَ جي پريم ۾ مست ۽ مخمور سچو ڀڳت ڀڳوان بڻجي پوي ٿو.

آنند سک ساگر جا نواسي، نام جي رنگ ۾ رتل، هنس سروپ مهاتما دیا جا ڀنڊار، صرف پراپڪار ڪرڻ لاءِ هن مات لوڪ ۾ اچن ٿا.

جهان رام تنهه سنت جن، جنهه ساڌو تنهه رام؛
دادو دنيون ايڪٺي[1]، ارس پرس بسرام.

(دادو) هر ساڌو يؤن پائيبي، اوگت کي آراڌ؛
ساڌو سنگت هر ملئہ، هر سنگت تئہ ساڌ.

(دادو) رام نام سيون مل رهئہ، من کي ڇاڙهہ بڪار؛
تئہ دل هي مانهہ ديکيي، دنيون ڪا ديدار.

ساڌ سماڻا رام مين، رام رهيا ڀرپور؛
دادو دنيون ايڪ رس، کيون کر کيجئہ دور.

(دادو) سيوگہ سائين ڪا پيا، تب سيوگہ ڪا سب ڪوءِ؛
سيوگہ سائين ڪئہ مليا، تب سائين سرکا هوءِ.

١. ڪٺا، گڏ.



جنهه سيوگ تنهه صاحب ٻڌا، سيوگہ سيوا مانهہ؛
دادو سائين سب کرئہ، ڪوئي جاڻئہ نانهہ.

(دادو) سيوگہ سائين بس کيا، سؤنپيا سب پروار[1]؛
تب صاحب سيوا کرئہ، سيوگہ کي دربار.

صاحب ڪا اُنهار[2] سب، سيوگہ مانهہ هوءِ؛
دادو سيوگہ ساڌ سو، دوجا ناهين ڪوءِ.

(دادو) سرجنهارا سبن ڪا، ايسا هئہ سمرٿ؛
سوئي سيوگہ هئو رهيا، جنم سکل پسارئہ هٿ.

ساڌو جن اُس ديس ڪا، کو آيا يهہ سنسار؛
دادو اُس کوُن پوچيي، پريتم کي سماچار.

سماچار ست پيو کي، کو ساڌ کهيگا آءِ؛
دادو سيتل آتما، سک مين رهئہ سماءِ.

ساڌ سبد سک برک هئہ، سيتل هوءِ سرير؛
دادو انتر آتما، پيوءِ هر جل نير.

دادو دت[3] دربار ڪا، کو ساڌو بانٽئہ آءِ؛
تهان رام رس پائيي، جنهه ساڌو تنهه جاءِ.

پر اُپگاري سنت سب، آئي يهہ ڪل مانهہ؛
پيوئہ پلاوئہ رام رس، آپ سوارٿ نانهہ.

آپ نرنجن يون کهئہ، کيرت ڪرتار؛
مئن جن سيوگہ دئئہ نهين، ايکئہ انگہ سار.

١. ستگروءَ لاءِ شيوڪ ئي هن جو سچو پرپوار آهي.
٢. روپ. ٣. دات يا دان.

مم ڪارڻ سڀ پرهري، آپا ايمان؛
سدا اکنڊت اُر ڌري، بولڻ ڀڳوان.
انتر پت جيوءِ نهين، تب هي مر جاءِ؛
بڇڙي تالڪ مين جيون، جيوي جل آءِ.
ڪير نير جيون مل رهي، جل جله سمان؛
آتم پاڻي لوڻ جيون، دوجا نهه آن.
مَن جن سيوڪ دئي نهين، ميرا بسرام؛
ميرا جن مجھ سارکا، دادو ڪهي رام.

سدگت ساڌوا ري، سنمک سرجنهار؛
پوڄل آپ ترنتي تي تارنتي پراڻ اُڌارڻ هار.
پورڻ برهم رام رنگ راتي، نرمل ناؤ آڌار؛
سک سنتوش سدا ست سنجم، مت گت وار نه پار.
جگ جگ راتي جگ جگ ماتي، جگ جگ سنگت سار؛
جگ جگ ميلا جگ جگ جيون، جگ جگ گيان بچار.
سڪل سرومٽي سڀ سک داتا، درلڀ اهه سنسار؛
دادو هنس رهي سک ساگر، آئي پر اُپگار.

## ۲. گروءَ جي پوڄا ئي پرماتما جي پوڄا آهي

سچو سنت ستگرو پرماتما جو ئي ساکيات روپ هوندو آهي. انڪري موجوده سنت جي ديهه سروپ جي پوڄا ئي پرماتما جي سچي پوڄا آهي. پنهنجي پورن ڀڳتي، پريم ۽ پوڄا صرف پنهنجي پورڻ ستگروءَ کي ئي ارپڻ ڪرڻ کپي. ستگروءَ کان نام جي بخشش پائي ۽ هنجي پوتر چرڻن ڪنولن ۾ پنهنجو مستڪ نوائي، منش سنسار ساگر مان پار اُڪري وڃي ٿو، واپس وڃي پرماتما ۾ ملي ٿو ۽ اُن پرم آنند کي حاصل ڪري ٿو.



(دادو) نراڪار من سرت سئون، پريم پريت سئون سيوءِ؛
جي پوڄي آڪار ڪئُ، تي ساڌو پرتڪش ديو.

(دادو) پوڄن ديکي ديهه ڪني، ليبا من بسرام؛
ساڌو کي مک مين ليبي، پايا آتم رام.

جيون يهه ڪايا جيوَ کي، تيون سائين کي ساڌ؛
دادو سڀ سنتوکيي، ماهي آپ اڳاڌ.

جن کي هردي هر بسي، سدا نرنتر نائين؛
دادو ساچي ساڌ کي، مئن بلهاري جائون.

ساچا ساڌ ديال گهٽ، صاحب ڪا پيارا؛
راتا ماتا رام رس، سي پراڻ همارا.

(دادو) مئن داسي تنهه داس کي، جنهه سنگ کيلي پيوُ؛
بهت ڀانت ڪر وارڻي، تا پر ديجي جيوُ.

نراڪار سيون مل رهي، اکنڊ ڀڳت ڪر ليهه؛
دادو کيون ڪر پائيي، اُن چرڻون کي کيهه.

تون هي تون گرديو همارا، سڀ ڪڇ ميري ناٿو تمهارا؛
تم هي پوڄا تم هي سيوا، تم هين پاتي تم هي ديوا.
جوڳ جڳيه تُوُ ساڌن جاپ، تم هين ميري آپهي آپ؛
تپ تيرٿ تُون برت اسنانا، تم هين گيانا تم هين ڌيانا.
بيد ڀيد تون پاٺ پراڻا، دادو کي تم پينڊ پراڻا؛
ستگر چرڻا مستڪ ڌرڻا، رام نام ڪهه دُتر ترڻا.

اُت سُڻ[1] نو نڌ[2] سهجهه پاوهه، امر اپڻهه پد سک مين آوهه.
ڀڳت مکت ٻکننا جاءِ، امر لوک ڦل ليوءِ آءِ.
پرم پدارٿ منگل چار، صاحب کي سب پري ڀنڊار.
نور تيج ههه جوت اپار، دادو راتا سرجنهار.

## ۳. ديهه سروپ پوري گروءَ جي ضرورت

ديهه ڌاري پورڻ گرو پرماتما جو ئي روپ ٿيندو آهي، انڪري اُن ديهه سروپ گروءَ دوارا ئي پرماتما جي ڪرپا جا روحاني خزانا منش جي مٿان وسن ٿا. صرف ديهه ڌاري گرو ئي اسانکي شبد ڌن سان جوڙي اسانجي سهڻي وڪارن کي هٽائي صاف ۽ اوجل بڻائي سگهي ٿو، ڪال جي سهڻي وڪارن کي هٽائي سگهي ٿو، اسانجي اندروني اک ۽ ڪن کولي سگهي ٿو، اسانکي سک سلامتيءَ سان هن ڀؤساگر مان پار اڪاري سگهي ٿو ۽ پرماتما جو ساکيات درشن ڪرائي سگهي ٿو.

پرماتما جي محل جي دروازي جي ڪنجي سنگروءَ وٽ هوندي آهي، انڪري سنگروءَ جي سهائتا بنا ڪير ٻه اُن محل ۾ پير نٿو پائي سگهي. هن جي ڪرپا ۽ رهنمائيءَ بنا اگيان جي انڌڪار کي دور ڪرڻ، اندروني مارگن جي خوف ۽ خطرن تي وجئه پائڻ، آتمڪ امرت کي پيئڻ ۽ سک ۽ سلامتيءَ سان نج گهر پهچڻ ناممڪن آهي. مالڪ جي سچي دربار ۾ ڪو نٿو پهچي سگهي، گروءَ جي سهاري بنا هن کي روڪيو وڃي ٿو پر گروءَ جو شيوڪ اُن دربار ۾ سچي سوڀيا پائي ٿو.

۱. بلڪل مهين ٿيڻ وڃڻ (اڻيما) نهايت هلڪو ٿيڻ (لگما) نهايت ڳورو ٿيڻ (گريما) نهايت پاڻ کي ڪشادو ڪرڻ (مهما) وغيره جهڙيون اٺ چمتڪاري شڪتيون. ۲. ڌن جي ديوتا ڪبير جي مها پدم، سنک وغيره جا الوڪڪ خزانا.



(دادو) غيب منهه گرديو مليا، پايا هم پرساد،
مستڪ ميري ڪر ڌريا، ديکيا اگم اگاڌ.

دادو ديو ديال کي، گرو دکائي باٽ،
ٽالا ڪونچي لاءِ ڪر، کولي سبهه ڪپاٽ.

دادو ستگر انجن باهه ڪر، نئن پٽل سب کولي،
بهري ڪانهه سڻني لاڳي، گونگي مکهه سيون بولي.

ساچا ستگر جي ملهه، سب ساج سنوارهه،
دادو ناو چڙهائهه ڪر، لي پار اُتارهه.

دادو ڪاڙهي ڪال مکهه، سترونهون سبد سناءِ،
دادو اَيسا گر مليا، مرتڪ ليي جلاءِ.

ڀوساگر مين ڏُوبتان، ستگر ڪاڙي آءِ،
دادو کيوٽ گر مليا، ليي ناو چڙهاءِ.

دادو اُس گرديو کي، مين بلهاري جائُون،
جنهه آسڻ امر اليک ٿا، لي راکي اُس ٺائُون.

دادو گر گروا[1] ملهه، تا تي سب گم هوءِ،
لوها پارس پرستان، سهج سمانا سوءِ.

ديوهه ڪرڪا[2] درد ڪا، ٽوٽا جوڙهه تار،
دادو ساڌهه سرت ڪو، سوگر پير همار.

ستگر ملهه ٿو پائيي، ڀڳت مکت ڀنڊار،
دادو سهجي ديکيي، صاحب ڪا ديدار.

۱. ڀاري يا ڳورو.
۲. ڪٽو.

(دادو) نئڻ نه ديکئه نئڻ کوُن، انتر ڀيي کڇ نانهه؛
ستگر درپن کر ديکا، اَرس پرس مل مانهه.[1]

دادو پڙدا ڀرم ڪا، رها سکل گهٽ ڇاءِ؛
گرگوبند کرپا کرئه، تو سهجي ئي مٽ جاءِ.

سش گورو گروُ گوال هئه، رڇيا کر کر ليئه،
دادو راکئه جتن کر، آڻ ڌڻي کون ديئه.

جهوٺي انڌي گر گهٽي، بنڌي وشيه وڪار،
دادو ساچا گر ملئه، سنمک سرجنهار.

ڀرم ڪرم جگ بنڌيا، پنڊت ديا پلاءِ؛
دادو ستگر نا ملئه، مارگ ديئه دکاءِ.

دادو ڀرنگي ڪيٽ جيوُن، ستگر سيتي هوءِ؛
آپ سريکي کر ليبي، دوجا ناهين کوءِ.

(دادو)ڪڇب راکئه درشٽي مين، ڪنجنئه کي من مانهه[2]؛
ستگر راکي آپڻا، دوجا ڪوئي نانهه.

---

١. ٻئي اکيون هڪ ٻئي جي ويجهو آهن، پوءِ به هڪ ٻئي کي ڪونه ٿيون ڏسي سگهن. صرف آرسيءَ جي سهاري اُهي هڪ ٻئي کي ڏسي سگهن ٿيون. اهڙي طرح هڪ ٻئي جي بلڪل ويجهو رهڻ تي به آتما ۽ پرماتما جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪونهي. ستگروءَ دواران گيان روپي درسني پراپت ٿيڻ سان هن جو ميلاپ ممڪن ٿي سگهي ٿو.

٢. ڪڇون پنهنجن ٻچن کي درشٽيءَ سان ۽ ڪونج پنهنجي ٻچن کي سرت سان پاليندي آهي.



ايکئه سبد اننت سش، جب ستگر بولئه،
دادو جڙي ڪپاٽ سب، دي ڪونچي کولئه.

سرور ڀريا دهه دسا، پنکي[1] پياسا جاءِ،
دادو گر پرساد بن، ڪيوُن جل پيوءِ آءِ.

اِک لکه چندا آڻ گهر، سورج ڪوٽ ملاءِ،
دادو گر گوبند بن، تو ڀي تمر[2] نه جاءِ.

انيک چند اُديه کرئه، اسنک سوُر پرڪاس؛
ايک نرنجن نانو بن، دادو نهين اُجاس.

ستگر سبد ببيک بن، سنجم رهيا نه جاءِ؛
دادو گيان بچار بن، بشئه هلاهل کاءِ.

گهر گهر گهٽ ڪولهوُ چلئه، اَمي مها رس جاءِ؛
دادو گر کي گيان بن، بشئه هلاهل کاءِ.

ستگر سبد اُلنگهه کر، جن ڪوئي سش جاءِ؛
دادو پگ پگ ڪال هئه، جهان جاءِ تنهه کاءِ.

(دادو) ستگر کهئه سو سش کرئه، سب ست ڪارج هوءِ؛
اَمر اَپيه پد پائيي، ڪال نه لاگئه کوءِ.

(دادو) ستگر کهئه سو ڪيجيي، جي تون سشيه سجاڻ؛
جنهه لايا تنهه لاگه رهه، بوجهئه ڪهان اَجاڻ.

گر پهلي من سون کهئه، پيڇي نئڻ کي سئن؛
دادو سش سمجهئه نهين، کئه سمجهاوئه بئن.

---

١. پکي.
٢. انڌڪار.

کهي لکڻ سو مانوي[1]، سڀن لکڻ سو ساڌ؛
من کي لکڻ سو ديوتا، دادو اگم اگاڌ.

أمر پڻي گر گيان سون، کيتي يهہ کل مانهہ؛
دادو گر کي گيان بن، کيتي مر مر جانهہ.

(دادو) جي تون جوڳي گرمکي، تہ لينا تت بچار؛
گهہ آوڌ[2] گر گيان کا، کال پرش کنڻ مار.

سگرا نگرا پرکيي، ساڌ کهڻ سب کوءِ؛
سگرا ساچا نگرا جهوٺا، صاحب کي در هوءِ.

(دادو) سگرا ست سنجم رهڻ، سنمک سرجنهار؛
نگرا لوڀي لالچي، پونچڻ[3] بشڻ بکار.

صاحب جي سب گڻ کرڻ، ستگر کي گهٽ[4] هوءِ؛
دادو کاڙهي کال مک، نگڻا نہ مانڻ کوءِ.

صاحب جو سب گڻ کرڻ، ستگر آڙا ديڻ؛
دادو ڏارڻ ديکتان، نگڻا گڻ نهين ليڻ.

ستگر ديبا رام ڏن، رهڻ سبڌ بتاءِ؛
منسا باچا کرمٽا، بلسڻ بتڙڻ[5] کاءِ.

پائي ري ائسا ستگر کهين، پڳت مکت قل لهين؛
ابچل امر ابناسي، ات سڌ نو نڌ[6] داسي.

---

۱. جيو يا سادارڻ منش. ۲. هٿيار.
۳. چاهي. ۴. ديهہ روپي ستگروءَ دوارا.
۵. ورهائي. ۶. أشت سڌ ۽ نو نڌ جي باري ۾ صفحي
۵۲ جي ٽپڻي ڏسو.



ائسا ستگر رايا، چار پدارت[1] پايا.
امي مهارس ماتا، امر ايڻ پد داتا.
ستگر تريون تارڻ، دادو پار اُتارڻ.

پائي ري پيان گهڙڻ گر ميرا، مڻن سيوڻ اُس کيرا.
کنچن کر لي کايا، گهڙ گهڙ گهاٽ نپايا[2].
مک درپڻ مانهہ دکاوءِ، پو پرگٽ آڻ ملاوءِ.
ستگر ساچا ڌووءِ، تہ بهر نہ ميلا هووءِ.
ڌن من ڦير سنوارءِ، دادو کر گهہ ڌارءِ.

### ۰۴ پورن سنت ستگروءَ جو مارگ

سچو گورو شبد مارگي هوندو آهي ۽ هو شبد مارگ جي ئي سکيا ڏيندو آهي. سچي شبد سان ئي سچي پڳتي پرگهٽ ٿيندي آهي. اِنکري هن مارگ کي سچو پڳتي مارگ بہ چيو ويندو آهي.

شبد پرماتما جو روپ آهي ۽ اهو هرهڪ منش جي اندر رات ڏينهن ڌنڪاروُن ڏيئي رهيو آهي پر جيستائين کو شبد پيدي پورو گروُ شش جي سرت يعني آتما کي اُن شبد سان نٿو جوڙي، تيستائين، نہ تہ شبد ڌن کي ٻڌي سگهجي ٿو ۽ نہ اُهو اُمرت پي سگهجي ٿو. جڳن کان سنتل جيوَ کي جاڳائڻ، من جي وڪارن ۽ چنچلتا کي دوُر کري پوريءَ ريت اُن کي ايڪاگر کرڻ ۽ آتما کي پرماتما جي اگاڌ پڳتيءَ ۾ لولين کري اُن ۾ سدا لاءِ سمائڻ وغيره ـ اهو سڀ پوري گروءَ دوارا ٻڌايل شبد سادڻ کانسواءِ ممکن کونهي.

---

۱. پدارت ـ ڌرم، اَرت، ڪام ۽ موکش؛ اِهي چار پدارت چيا ويا آهن. ۲. ساڃهاپو يا شڌ کيو.

ساچا سهجڻ لي ملڻ، سبد گرو ڪا گيان؛
دادو هم ڪُون لي چليا، جنهه پريتم (ڪا) آستان.

(دادو) ڪهڻ، ستگر سبد سڻاءِ ڪر، ڀاوءِ جيو جڳاءِ؛
ڀاوءِ انتر آپ ڪهه، اپني انگ لڳاءِ.

(دادو) باهر سارا ديکيي، ڀيتر ڪيا چُور؛
ستگر سبدئن ماريا، جاڻ نه پاوءِ دُور.

(دادو) ستگر ماري سبد سون، نرکه نج ٺؤر؛
رام اڪيلا رهه گيا، چيت[1] نه آوءِ اؤر.

(دادو) سبد بان گر ساڌ ڪي، دُور دسنتر جاءِ؛
جيهه لاڳي سو اُبري، سُوتي ليبي جڳاءِ.

دادو همڪون سک ڀيا، ساڌ سبد گر گياڻ؛
سڌ بڌ سوڌي سمجهه ڪر، پايا پد نرباڻ.

سبد دوڌ گهرت رام رس، مٿ ڪر ڪاڍهي ڪوءِ؛
دادو گر گوبند بن، گهٽ گهٽ سمجهن هوءِ.

نرمل گر ڪا گيان گهه، نرمل ڀڳت وچار،
نرمل پايا پريم رس، ڇُوٽي سڪل بڪار.

ڀر ڀر پيالا پريم رس، اپڻي هاٿ پلاءِ،
ستگر ڪي صدقڻ[2] ڪييا، دادو بل بل جاءِ.

گهٽ گهٽ رامنهه رتن هڻ، دادو لکڻ نه ڪوءِ؛
ستگر سبدو پائيبي، سهجي هي گم هوءِ.

---

١. چت.
٢. ٻلهار.



ستگر سبد بيبيڪ بن، سنجم رهيا نه جاءِ؛
دادو گيان بچار بن، بشيه حلاحل ڪاءِ.

گهر گهر گهٽ ڪولوُ چلڻ، امي مهارس جاءِ؛
دادو گر ڪي گيان بن، بشيه حلاحل ڪاءِ.

(دادو) ڇُوٽ خداءِ ڪهين ڪو ناهين، ڦرءِ پرٿي ساري؛
دوجي دهڻ دور ڪر بؤري، ساڌو سبد بچاري.

ساچا ستگر سوڌ لي، ساچي ليجڻ ساڌ؛
ساچا صاحب سوڌ ڪر، دادو ڀڳت اگاڌ.

(دادو) ساڌ سبد سيون مل رهي، من راکڻ بلماءِ؛
ساڌ سبد بن ڪيون رهڻ، تب هين بيڪر جاءِ.

سبد بچارءِ ڪرٽي ڪرٽڻ، رام نام نج هردي ڌرءِ؛
مايا مانهه سوڌءِ سار، دادو ڪهڻ لهڻ سو پار.

ميرا گر ايسا گيان بتاوءِ،
ڪال نه لاڳڻ سنسا ڀاڳڻ، جيون هڻ تيون سمجهاوءِ.
امر گرو ڪي آسن رهيبي، پرم جوت تنهه لهيبي؛
پرم تيج سو دڙهه ڪر گهيبي، گهيبي لهيبي رهيبي.
من پؤنا گهه آتم کيلا، سهج سن گهر ميلا؛
اگم اگوچر آپ اڪيلا، اڪيلا ميلا کيلا.
ڌرتي انبر چند نه سُورا، سڪل نرنتر پُورا؛
سبد اناحد باجهه تُورا، تُورا پُورا سُورا.
ابچل امر اڀيه پد داتا، تهان نرنجن راتا؛
گيان گرو لي دادو ماتا، ماتا راتا داتا.

# ستسنگ جي اهميت

## ١. سنگت جو اثر

ساڌن يا منهن جي صحبت جو اثر ماڻهن تي ضرور پوي ٿو. منهن انسان سنساري ماڻهن جي ڪسنگ ۾ پئجي پرماتما لاءِ پريم، ڀڳتي ۽ پنهنجي سموري پرمارٿي پونجي کي وڃائي ٿو وهي پر ساڌن مهاتمائن جي صحبت ڪري هو پنهنجي پريم ڀڳتي ۽ پرمارٿي گيان ۾ ترقي ڪري ٿو ۽ ان ڪري آتمڪ آنند جو ڦل ماڻي ٿو. پرماتما لاءِ پريم ۽ ڀڳتي وڌائڻ لاءِ ۽ من جي دُرمت کي دُور ڪرڻ لاءِ ستسنگ ئي مکيه اُپاءُ آهي.

مينڊي سڱن مينا پيا، ڪاري سڱن ڪارا؛
دادو ايسا جيو هئه، يهه رنگ همارا.

(دادو) اساڌ ملئه انتر پڙه، ڀاو ڀڳت رس جاءِ؛
ساڌ ملئه سک اوپجئه، آنند انگ نه ماءِ[1].

(دادو) ساڌو سنگت پائيي، رام امي ڦل هوءِ؛
سنساري سنگت پائيي، بش ڦل ديوءِ سوءِ.

دادو سيا سنت ڪي، سُمتي اُپجئه آءِ؛
ساڪت ڪي سيا بئستان، گيان ڪا ياڻئه جاءِ.

ڀاو ڀڳت اُپجئه نهين، صاحب ڪا پرسنگ؛
بشئه بڪار ڇُوٽئه نهين، سون ڪئسا ستسنگ.

١. نٿو ماپي سگهي.



## ٢. آتمڪ شڪتي ۽ ايشور-ساڪشاتڪار ڪرڻ جو ساڌن

جهڙي طرح پارس جي ڇهڻ سان لوهه سون بڻجي پوي ٿو، ساڳيءَ ريت سنتن جي درشن ۽ ستسنگ سان منهن به گورمک بڻجي ٿو. سنتن جي سنگت ۾ منش تي پرماتما جي پريم جو اهو رنگ چڙهي ٿو، جو ڪڏهن به ڦڪو نٿو ٿئي پاڪ نت نئون ۽ سوايو ٿيندو رهي ٿو. اهو سڀني ڪليشن جو انت آڻي دائما سک ۽ شانتيءَ جو آنند ڏئي ٿو. سنتن جو ستسنگ ڪڏهن به بيڪار يا نسڦل نٿو وڃي پر پرماتما جي ڪرپا بنا اهڙو املڪ موقعو پراپت ئي نٿو ٿئي.

ساڌو جن سنسار مين، ڀوَ جل بوهٽ[1] انگ؛
دادو ڪيتي اُڌري، جيتي بئٺي سنگ.

ساڌو جن سنسار مين، سيتل چندن باس؛
دادو ڪيتي اُڌري، جي آئي اُن پاس.

ساڌو جن سنسار مين، پارس پرگٽ گاءِ؛
دادو ڪيتي اُڌري، جيتي پرسي آءِ.

ساڌو برکئه رام رس، امرت باڻي آءِ؛
دادو درسن ديکتان، ترپدي تاپ[2] تن جاءِ.

١. ٻيڙي. ٢. اڌياتمڪ دک (شرير ۽ من مان پيدا ٿيل ڪشٽ: جهڙوڪ بخار يا ڪروڌ)، اڌيڀوتڪ دک (ٻاهران سنسار جي ڪنهن به جيو يا پدارٿ دوارا ڏنل دک؛ جهڙوڪ ڪنهن به منش، پسون-پکي يا ڪنهن نرجيو پدارٿ جي چوٽ وسائڻ سبب اُتپن ٿيل ڪشٽ) ۽ آڌديوڪ دک (الوڪڪ طاقتن پاران ڏنل ڪشٽ؛ جهڙوڪ ديوي ديوتا، ڀوت پريت وغيره هٿان ڏنل دک). انهن کي ترپدي تاپ يا دک چون ٿا.

دادو نيڙا پرم پد، ساڌو سنگت مانهه؛
دادو سهجهه پائيي، ڪبهوُن نرڦل نانهه.

دادو نيڙا پرم پد، ڪا ساڌو ڪا سنگ؛
دادو سهجهه پائيي، تن من لاڳهه رنگ.

ساڌ ملهه تب اوپجهه، هردي هر ڪا ڀاو؛
دادو سنگت ساڌ ڪي، جب هر ڪرهه پساو[1].

ساڌ ملهه تب هر ملهه، تب سک آنند موُر[2]؛
دادو سنگت ساڌ ڪي، رام رهيا ڀرپوُر.

پريم ڪٿا هر ڪي ڪههه، ڪرهه ڀڳت ليهه لاءِ؛
پيوءِ پلاوءِ رام رس، سو جن ملوو آءِ.

جب دروءِ تب ديجيهه، تم پهن مانگهه ييهه؛
دن پرتي درسن ساڌ ڪا، پريم ڀڳت دڙهه ديهه.

صاحب سنهه سنمک رههه، ستسنگ مين آءِ؛
دادو ساڌو سب ڪههه، سو نرڦل ڪيوُن جاءِ.

دادو پايا پريم رس، ساڌو سنگت مانهه؛
ڦر ڦر ديکهه لوڪ سب، يهه رس ڪتهوُن نانهه.

(دادو) جس رس ڪوُن منير مرئن، سُر نر ڪرنهه ڪلاپ[3]؛
سو رس سهجهه پائيي، ساڌو سنگت آپ.

سنگت بن سيجهه نهين، ڪوٽ ڪرهه جي ڪوءِ؛
دادو ستگر ساڌ بن، ڪبهوُن سڌ نه هوءِ.

---

١. دات، دان. ٢. مول، ڀاڙ. ٣. ڪلپنا، لالسا.



سرگ نه سيتل هوءِ من، چند نه چندن پاس؛
سيتل سنگت ساڌ ڪي، ڪيجهه دادو داس.

رتن پدارٿ ماڻڪ موتي، هيرئن ڪا دريا؛
چنتامڻي چت رام تن، گهٽ امرت ڀريا.

سمرٿ سوُرا ساڌ سو، من مستڪ ڌريا؛
دادو درسن ديکتان، سب ڪارج سريا.

جي جن راتي رام سوُن، تن ڪي مهن بل جانهه؛
دادو اُن پر وارڻي، جي لاڳ رهي هر نانهه.

جلتي بلتي آتما، ساڌ سرووَر جاءِ؛
دادو پيوءِ رام رس، سک مين رههه سماءِ.

(دادو) سب هي مرتڪ سمان هئن، جيبا تب هي جاڻ؛
دادو چانتا امي ڪا، ڪو ساڌو باههه[1] آڻ.

(سوال) سب هي مرتڪ مانهه هئن، ڪيون ڪر جيوهه سوءِ؛
(جواب) دادو ساڌو پريم رس، آڻ پلاوءِ ڪوءِ.

دادو رام نه چانڙيي، گهلا تج سنسار؛
ساڌو سنگت سوڌ لي، ڪسنگت سنگ نوار.

ڪسنگت ڪيتي گيي، تن ڪا نانو نه ٺانو؛
دادو تي ڪيون اُڌرهه، ساڌ نهين جس گانو.

(دادو) رام ملن ڪي ڪارڻي، جي تون کرا اُداس؛
ساڌو سنگت سوڌ لي، رام اُنهن ڪي پاس.

---

١. چٽڪاري.

(دادو) ايتا اوگت آپ تنهه، ساڌن کا آڌکار؛
چؤراسي لک جيو کا، تن من ڦير سنوار.

وش کا امرت کر ليا، پاوک کا پاڻي؛
بانکا سؤڌا کر ليا، سو ساڌ بناڻي[1].

دادو جب لگ جيويي، سمرن سنگت ساڌ؛
دادو ساڌو رام بن، دوجا سب اپراڌ.

چل ري من جهان امرت بنا، نرمل نيکي سنت جنان.
نرگڻ ناو ڦل اگم اپار، سنتن جيون پراڻ آڌار.
سيتل ڇايا سکي سرير، چرڻ سرووَر نرمل نير.
سڦل سدا ڦل بارهه ماس، نانا باڻي ڌن پرڪاس.
جهان باس بس امر انيڪ، تنهه چل دادو اِهئه ببيڪ.

## ٣. آگياني ستسنگ جي مها کان بيخبر آهن

جيڪي ماڻهو ستسنگ جي انمول لاڀ کان پاڻکي محروم رکن ٿا، اهي نهايت مورک، احسان فراموش ۽ اونڌي سمجهه وارا آهن. سنتن دواران ڪيل ڀلائيءَ جي عيوض هو انهن سنتن جي برائي ڪرڻ چاهين ٿا ۽ سندن سنمان ڪرڻ بدران هنن جو اپمان ڪن ٿا.

ستگر چندن باونا، لاگي رهنه ڀوئنگ؛
دادو بش چاڙهه نهين، ڪها ڪرئه ستسنگ.

دادو کيڙا نرک کا، راکيا چندن مانهه؛
الٽ اپوٺا نرک مين، چندن پاوئه نانهه.

---
١. وگياني.



ڪوٽ برس لڳئه راکيي، لوها پارس سنگ؛
دادو روم کا انترا، پلٽئه ناهين انگ.

ڪوٽ برس لڳئه راکيي، جيو برهم سنگه دوءِ؛
دادو مانهئه باسنا، کدي نه ميلا هوءِ.

مؤسا جلتا ديک کر، دادو هنس ديال؛
مانسرووَر لي چليا، پنکا کاٽئه کال[1].

سب جيو ڀوئنگم ڪوپ مين، ساڌو کاڙهئه آءِ؛
دادو بشهر بش پري، ڦر تاهي کو کاءِ.

صاحب جي سب گڻ کرئه، ستگر کا دي سنگه؛
دادو پرلئه راک لي، نگٽا نه پلٽئه انگ.

---
١. ڪٿا آهي ته هڪڙي ڪوئي کي باهه ۾ جلندو ڏسي هڪ هنس ديا ڪري هن کي بچائڻ لاءِ پنهنجن پرن تي کڻي وهاريو ۽ سمنڊ جي پار کڻي وڃڻ لاءِ اڏامڻ ۾ ڪوئي پنهنجي سڀاءَ وس هن جا پر اُڪتري ڇڏيا ۽ انڪري ٻئي سمنڊ ۾ ڪري ٻڏي مئا.

# نامر ڀڳتي

## ١. شبد يا نام جي مهما

شبد يا نام ئي پرماتما آهي ۽ ان مان ئي سڀ پيدا ٿين ٿا، اهو ئي سڀني جو پالڻ پوشڻ ڪري ٿو ۽ آخر اُن ۾ ئي سڀ سمائجن ٿا. تنهنڪري نام سڀني جو سرمور سڌيو ويو آهي. اِهو منش جي اندر انحد ناد جي روُپ ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. جيڪي ماڻهو پاڻ کي اُن ناد سان جوڙي رکن ٿا، اُهي اُنجي سهاري ڌر ڌام پهچي وڃن ٿا، جو ئي اَسانجو نج گهر يا پرماتما (ڪل مالڪ) جو ڌام آهي.

دادو سبدئن بنڌ يا سب رهڻ، سبدئن سب هي جاءِ؛
سبدئن هي سب اُوپجڻ، سبدئن سبڻ سماءِ.

دادو سبدئن هي سچ پائيي، سبدئن هي سنتوش؛
سبدئن هي اِستر ڀيا، سبدئن ڀاڳا سوڪ.

(دادو) سبدئن هي سشم ڀيا، سبدئن سهج سمان؛
سبدئن هي نرگڻ ملڻ، سبدئن نرمل گيان.

ايڪ سبد سب ڪڇ ڪيا، اَئسا سمرٿ سوءِ؛
آگي پيڇي تڻ ڪرئي، جي بل-هيڻا هوءِ[1].

---

اَڪبر بادشاهه سوال پڇيو ته پهرين پاڻي پيدا ٿيو يا هوا، زمين يا آسمان، مرد يا عورت؟ ان جو جواب اِن ساکيءَ ۾ آهي. دادو جن جو چوڻ آهي ته سرو شڪتيوان شبد ئي ساري سنسار جي رچنا هڪ ئي وقت ڪري ڪئي آهي. شڪتيءَ جي گهٽتائيءَ سبب رچنا جو ڪارڻ اڳيان پٺيان يا روڪجي روڪجي ٿيندو آهي.



(دادو) ڪوچ لهان پڻ پائيي، جنهن بن جيپيا گڻ گاءِ؛
ڏنهن آد پرس اليڪ هڻ، سهجئن رهيا سماءِ.

گيان لهر جنهن ٿئڻ بڻڻ، باڻي ڪي پرڪاس؛
اَنيڻ جنهن ٿئڻ اُوپجڻ، سبدنڻ ڪيا نواس.

سورج ڪوٽ پرڪاس هڻ، روم روم ڪي لار؛
دادو جوت جگديش ڪي، اَنت نه آوءِ پار.

انحد باجي باجيبي، امراپوري نواس؛
جوت سروپي جگمگڻ، ڪوئي نرکئڻ نج داس.

جنتر بجايا ساج ڪر، ڪاريگر ڪرتار؛
پنچون[1] ڪا رس ناد هڻ، دادو بولڻ هار.

پنج اُپنا[2] سبد ٿئڻ، سبد پنچ سنڻ هوءِ؛
سائين ميري سب ڪيا، بوجهڻ برلا ڪوءِ.

بندت ڪينون لوڪ باپرا، ڪئسڻ درس لهڻ؛
نانو نسان سڪل جگ اوپر، دادو ديکت هڻ.

سنگهه لاڳا سب ڦرئه، رام نام ڪي ساٿ؛
چنتامڻ هردئه بسڻ، ڏڻ سڪل پدارٿ هاٿ.

دادو سرگ پيال مين، ساچا ليوءِ ناوُ؛
سڪل لوڪ سر ديکيي، پرگٽ سب هي ٺانوُ.

ڏانوُ ري نانوُ ري، سڪل سرومڻي نانوُ ري؛
مڻن بلهاري جانوُ ري.

---

١. پنج تت- پرٿوي، پاڻي، هوا، باهه ۽ آڪاس.
٢. پيدا ٿيو.

ڏُکڙ ٽارڻ پار اُتارڻ، نرڪ نوارڻ نانءُ ري.
تارڻ هارا پوجل پارا، نرمل سارا نانءُ ري.
نُور ڏکاوڻ ٽيج ملاوڻ، جوت جڳاوڻ نانءُ ري.
سب سک داتا امرت راتا، دادو ماتا نانءُ ري.

## ٢. نام ڀڄڻ جو عجب اثر

نام ڀڄڻ ئي من ۽ مايا جي روڳن مان شفا پائڻ جو رام ٻاڻ علاج آهي. اِها من جي ساري ملينتا کي صاف ڪري ٿي ۽ شش کي پرماتما جي اَمرڌام پهچائي ٿي. جهڙي طرح کير ۾ گيهه آهي اهڙي طرح نام ڀڄڻ ۾ اَمرت سمايل آهي. سچو شيوڪ پنهنجي ستگروءَ جي ٻڌايل اُپاءَ دوارا نام کي ولوڙي اُن مان اَمرت گرهڻ ڪندو آهي. لڳاتار اُپاءَ ۾ لڳل شش ئي سچو سورمو ۽ ٻلوان جوڌو آهي. ڪانئر هن ۾ پير پائي نه سگهندا. اُهي پٺتي پاسو ڪن ٿا.

آتما جي پيٽ اَمرتا ول سان ڪٽي ويٺي آهي. ستگروءَ دوارا پرڊان ڪيل نام سان پراپت ٿيل اَمرت جل ڏيڻ سان آتما روپي اَمر ول ڦلي ڦولي ٿي ۽ پرماتما روپي پڪي ۽ پختي وڻ جو سهارو وٺي اُها مٿي چڙهي ٿي ۽ اُن ۾ اَمرت ڦل لڳي ٿو.

صرف نام جي ساڌن دوارا ئي منش، شرير، اندرين ۽ من جي گڻن کان مٿي چڙهي ٿو، ڪال تي فتح پائي ٿو، سڀني قسمن جي ٻنڌن کان آزاد ٿئي ٿو ۽ پرماتما جو ساڪشات درشن ڪري ٿو. اگيان جي اَنڌڪار کي ناس ڪرڻ، آتمڪ گيان پراپت ڪرڻ ۽ ڪرمن جي زبردست جار کي ڪٽڻ جو ٻيو ڪو به ساڌن ڪونهي. سڀني قسمن جي پوڄا، دان، تپ ۽ تيرٿ، ويد پراڻ ۽ ٻيا ڌرمي پستڪ سڀ نام ۾ سمايل آهن.



ورلا ڀاڳن وارا منش پرماتما جي ڪرپا سان ستگروءَ جي سنگت ۾ اچن ٿا ۽ هن کان نام پراپت ڪري سدا سدا لاءِ پرم پراپتيءَ جو پرم آنند ماڻين ٿا.

(دادو) سبد جڙئي سو مل رهئي، ايڪئي رس پُورا؛
ڪائر ڀاڄئي جيوَ لي، پڳ ماندئي سُورا[1].

سبدئي ماهه رام ڌن، جي ڪوءِ ليئي ٻچار؛
دادو اِس سنسار مين، ڪبهُون نه آوئي هار.

سبد دوڌ گهرت رام رس، ڪوئي ساڌ بلووڻهار؛
دادو امرت ڪاڍهه لي، گرمک گهئي ٻچار.

گهيوَ دوڌ مين رم رهيا، بياپڪ سب هي ٺؤر؛
دادو بکتا[2] بهت هئي، مٿ ڪاڍهي تي اؤر.

ڪام ڌين گهٽ گهيو هئي، دن دن دربل هوءِ؛
گورُو[3] گيان نه اوپجئي، مٿ نهين کايا سوءِ[4].

ساچا سمرٿ گر مليا، تن تت ديا بتاءِ؛
دادو موٽ[5] مهابلي، گهٽ ڌرت مٿ ڪر کاءِ.

---

١. سورمار ئي پنهنجا قدم پختا ڪري هن مارگ ۾ هلي پنهنجو سڪو جمائي رکي ٿو. ٢. ڳالهائڻ وارو يعني نه ڄاڻندي به ڄاڻڻ جو دم هڻي، اهڙا ڳالهائڻ وارا ته گهڻيئي آهن. ٣. ڳانءِ. ٤. اَگياني منش جيڪي ڄاڻن ئي ڪونه ته ڪهڙي طرح پنهنجي اندر موجود اَمرت کي ساڌنا يا اُپاءَ دوارا ولوڙي ڪڍيو ويندو آهي، اُهي پسوءَ سمان آهن. پنهنجي اندر اُهو اَمرت هوندي به اُهي اُن کان محروم رهجي وڃن ٿا ۽ سڄي زندگي ڏکن ۽ ڪليشن ۾ گهارين ٿا. ٥. وڏو.

(دادو) امرت روپي ناءُ لي، آتم تت پوشڻ؛
سهجڻ سهج سماڌ مين، ٽرٽي جل سوکڻ.

پسرڻ ٽينيون لوڪ مين، لپت نهين دوکڻ؛
سو ڦل لاڳڻ سهج مين، سندر سب لوڪڻ.

هر ٽرور تت آتما، بيلي کر بستار؛
دادو لاڳڻ امر ڦل، ڪوئي ساڌو سيچڻهار.

(دادو) امر بيل هڻ آتما، ڪار سمندا مانهه؛
سوکي کاري نير[1] سنڃن، امر ڦل لاڳڻ نانهه.

بهه گٽونتي بيل هڻ، ميٺي ٽرٽي باهه[2]؛
مينا پاڻي سينچيي، دادو امر ڦل کايه.

سوال- (دادو) شڌيا ٽرشا ڪيون پوليي،
سيت ٽپت ڪيون جاءِ؛
ڪيون سب ڇوٽڻ ديهه گڻ، ستگر ڪهه سمجهاءِ.

جواب- ماهين ٿڻ من ڪاڙهه ڪر، لي راکڻ نج ٺور؛
دادو ڀولڻ ديهه گڻ، بسر جاءِ سب اور.

نانو ڀلاوڻ ديهه گڻ، جيو دسا سب جاءِ؛
دادو ڇاڙڻ نانو ڪون، ٽڻ ڦر لاڳڻ آءِ.

(دادو) دن دن راتا رام سون، دن دن اڌڪ سنيهه،
دن دن پيوءِ رام رس، دن دن درپڻ ديهه.

---

١. وشه وڪارن روپي کارو پاڻي.
٢. وجهڻ، چتڪارڻ.



ديهه رهڻ سنسار مين، جيو رام ڪي پاس؛
دادو ڪڇ بياپڻ نهين، ڪال جهال دک ٽراس.

سائين ساچا نانو دي، ڪال جهال مٽ جاءِ؛
دادو نرڀڻ هڻي رهڻ، ڪبهون ڪال نه کاءِ.

جيتا پاپ سب جڳ ڪرڻ، ٽيتا نانو بساري هوءِ؛
دادو رام سنڀاليي، ٽڻ ايتا ڏارڻ ڌوءِ.

(دادو) جب هي رام بساريئي، ٽب هي جهنپڻ[1] ڪال؛
سر اوپر ڪروت بهڻ، آءِ پڙڻ جم جال.

ڀرم ٽمر ڀاجڻ نهين، ري جيه آن اپاءِ؛
دادو ديپڪ ساج لي، سهجي هي مٽ جاءِ.

رام نام گر سبد سڻن، ري من پيل ڀرم؛
نهڪرمي سون من مليا، دادو ڪاٽ ڪرم.

ايڪ مهورت من رهڻ، نانو نرنجن پاس؛
دادو ٽب هي ديکتان، سڪل ڪرم ڪا ناس.

ايڪ رام ڪي نام بن، جو ڪي جلن نه جاءِ؛
دادو ڪيتي پچ مئي، ڪر ڪر بهت اپاءِ.

ناد بند سڻن گهٽ ڀرڻ، سو جوگي جيوءِ؛
دادو ڪاهي ڪو مرڻ، رام رس پيوءِ،
اهو نر نيڪا هڻ هر نام،
دوجا نهين نانو بن نيڪا، ڪهي ڪيول رام.
نرمل سدا ايڪ ابناسي، اجر عقل رس ايسا؛

---

١. کسڪ.

ڏڙهه ڳهه راکه مول من مانهين، نرکه ڏيکه نچ ڪئسام
يهه رس ميٺا مها اَمي رس، اَمر اَنو پم پيوءِ؛
راتا رهئه پريم سيون ماتا، ائسي جگ جگ جيوءِ.
دوجا نهين اوُر ڪو ائسا، گر انجن ڪر سوجهئه؛
دادو موتي ڀاڳ هماري، داس بميڪي[1] بوجهئه.

تمري نانئه لاڳ هر جيوُن ميرا،
ميري ساڌن سڪل نانو نچ ٽيرا.
دان پن تپ ٽيرٿ ميري، ڪيول نانوُ تمهارا؛
يهي سب ميري سيوا پوُجا، ائسا برت همارا.
يي سب ميري بيد پراڻا، سچ سنجم هئه سوئي؛
گيان ڌيان ييئي سب ميري، اور نه دوجا ڪوئي.
ڪام ڪروڌ ڪايا بس ڪرڻا، يي سب ميري ناما؛
مڪتا ڳپتا پرگٽ ڪهيئي، ميري ڪيول راما.
تارڻ ترڻ نانو نچ ٽيرا، تمهه هين ايڪ آڌارا؛
دادو انگه ايڪ رس لاڳا، نانو ڳهئه يهوُ پارا.

### ٣. سمرن

سمرن سچي روحاني اڀياس جو مول ساڌن آهي. ڏيهه-ڌاري ستگروءَ ڏواران ڏسيل پوتر نامن جو اَندروني سمرن پريم پيار سان هر روز ڪري، چت کي ايڪاگر ڪرڻ کپي. ائين ڪرڻ سان منش پنهنجي شرير جي نون دوارن کان مٿي چڙهي پرڪاش منڊل ۾ پهچي ٿو.

سمرن جو اڀياس جڏهن پڪو ٿئي ٿو ته پوءِ اهو لڳاتار پاڻ کان پاڻهي جاري رهي ٿو ۽ اڀياسي انهد ناد کي پڪڙي

---

[1] وولڪ جي،



ٿو جو هن کي پنهنجي اَصلي ڌام ۾ پهچائي ٿو ۽ هوُ پرماتما جو ساکيات درشن ڪري ٿو ۽ لنهن ڪري ان ڳالهه تي زور ڏنو وڃي ٿو ته هر روز نيم پوروڪ شبد ڌن کي ٻڌي ۽ اُن اصلي پڌار جي کوج ڪري جتان اها ڌُن اچي رهي آهي.

اَسين جتي به هجون ۽ ڪجهه به ڪم ڪار ڪندا هجون، اسانجي لو شبد سان لڳل اُهي رهڻ کپي. اسان کي پنهنجو پاڻ نام يا شبد تان گهوري ڇڏڻ کپي ۽ نام جي دولت بخشيندڙ پنهنجي پياري ستگروءَ جي درشن ۽ هن جي وچنن ٻڌڻ جي تڙپ ۽ جگياسا هميشهه من ۾ ٻرندي رهڻ کپي.

ماهين تنئه مجهه ڪئه ڪهئه، اَنترجامي آپ؛
دادو دوجا ڌند هئه، ساچا ميرا جاپ.

دادو نيڪا نانوُ هئه، تين لوڪ تت سار؛
رات ڏوس رٽبو ڪري، ري من اِهئه بچار.

سانسئه ساس سنڀالتان، اِڪ دن ملنهه آءِ؛
سمرن پئڙا سهج ڪا، ستگر ديا بتاءِ.

ڇن ڇن رام سنڀالتان، جي جو جاءِ ته جاءِ؛
آتم کي آڌار ڪئه، ناهين آن اُپاءِ.

دادو رام اَگاڌ هئه، بيعد لکيا نه جاءِ؛
آد اَنت نهه جاڻيئي، نانو نرنتر ڳاءِ.

(دادو) اَئسا ڪؤڻ اَيا گيا، ڪڇوُ ڏڙاوئه اوُر؛
نانو بنا پڳه ڌرن ڪوُن، ڪهو ڪهان هئه ٺوُر.

دادو نمش نه نيارا ڪيجيي، اَنتر تئه اُر نام؛
ڪوٽ پتت پاون ڀيي، ڪيول ڪهتا رام.

دادو رام سنڀال لي، جب لڳ سڪي سرير؛
ڦر پيڇي پڇتاهگا، جب تن من ڍرئي نه ڌير.

دادو سب جڳ بش ڀريا، نربش برلا ڪوءِ؛
سوئي نربش هوئگا، (جا ڪي) نانو نرنجن هوءِ.

نانو سپيڙا[1] ليجيي، پريم ڀڳت ڳن گاءِ؛
دادو سمرن پريت سئين، هيت سهت ليئه لاءِ.

(دادو) ڪهتا سڻتا رام ڪهه، ليتا ديتا رام؛
کاتا پيتا رام ڪهئه، آتم ڪنول بسرام.

ڪوڻ پنٿڙ[2] ديجيي، دوجا ناهين ڪوءِ؛
رام سريکا رام هئه، سمريان هي سک هوءِ.

(دادو) سب هي بيد پران پڙهه، ميٽ نانو نرڌار؛
سب ڪڇ اِن هي ماهه هئه، ڪيا ڪريي بستار.

پڙهه پڙهه ٿاڪي پنڊتان، ڪنهون نه پايا پار؛
ڪٿ ڪٿ ٿاڪي مُن جنا، دادو نانئه[3] آڌار.

دادو هر ڪا نانو جل، مئن مين ڌا مانهه؛
سنگ سدا آنند ڪرئه، بڇرت هي مر جانهه.

دادو اَچيت نه هوئيي، چيتن سئين ڪر چت؛
يي اَنحد جنهه تئه اوپجئه، ڪوجو تنهه هي نت.

الک نانو انتر ڪهئه، سب گهٽ هر هر هوءِ؛
دادو پاڻي لوڻ جيون، نانو ڪهيجئه سوءِ.

---





چاڙهه سرت سرير ڪُون، ڪيج پنج مين آءِ؛
دادو ائسئين مل رهئه، جيون جل جلهه سماءِ.

سرت روُپ سرير ڪا، پوَڪي پرسئين هوءِ؛
دادو تن من ايڪ رس، سمرڻ ڪهيي سوءِ.

پر آتم سئين آتما، جيون پاڻي مين لوُڻ؛
دادو تن من ايڪ رس، تب دوجا ڪهيي ڪوُڻ.

تن من بلئه يون ڪيجيي، جيون گهرت لاڳي گهام؛
آتم ڪمل تنهه بندگي، جنهه دادو پرڳٽ رام.

نک سک سب سمرڻ ڪرئه، ائسا ڪهيي جاپ؛
انتر بگسئه آتما، تب دادو پرڳٽئه آپ.

اَنترگت هر هر ڪرءِ، تب مک ڪي حاجت نانهه؛
سهجئه ڌن لاڳي رهئه، دادو من هي مانهه.

(دادو) سبد اناحد هم سنيا، نک سک سڪل سرير؛
سب گهٽ هر هر هوت هئه، سهج هي من ٿير.

سب گهٽ مک رسنا ڪرءِ، رٽئه رام ڪا نانو؛
دادو پيوءِ رام رس، اَگم اگوچر ٺانو.

سبد سمانا جي رهئه، گر بائڪ[1] بيڌا؛
اُنهي لاڳا ايڪ سئين، سوئي جن سيڌا.
ائسي لاڳي مرم ڪي، تن من سب ڀوُلا؛
جيوت مرتڪ هوءِ رهئه، گهه آتم موُلا.
چيتن چتنهه نه بيسرءِ، مها رس ميٺا؛
سبد نرنجن گهه رهيا، اُن صاحب ديٺا.

---

ايڪ سبد جن اُڏري، سن سهجهه جاڳي؛
انتر راتي ايڪ سِهه، سرس نه مڪه[1] لاڳي.
سبد سمانا سنمک رهه، پر آتم آڳي؛
دادو سيجهي ديکتان، ابناسي لاڳي.

تيري نانوَ ڪي بل جائون، جهان رهنه جس ٺائون.
تيري ٻنڌن ڪي بلهاري، تيري نئنهه اوپر واري.
تير مورت ڪي بل ڪيتي، وار وار هئن ديتي.
سوڀت نور تمهارا، سندر جوت اُجارا.
ميٺا پراڻ - پيارا، تون هه پيو همارا.
تيج تمهارا ڪهيي، نرمل ڪاهي نه لهيي.
دادو بل بل تيري، آو پيا تون ميري.

---

١. ڇاپي جي پستڪ ۾ "سرسنمک" آهي ۽ سڀني لکيل ڪتابن ۾ مُکهه وانگر آهي.

# سچو پريم

## ١. سچي پريم جو سروپ

صرف پرماتما ئي نج پريم جو سروپ آهي. ان ڪري ايشوري پريم ئي سچو پريم آهي، جو پرميشور وانگر ئي لاانتها ٿيندو آهي. اهڙي پريم ۾ دولت ڀاڳ ڪونه هوندو آهي. پريمي، پريتم کي پنهنجو سڀ ڪجهه ارپڻ ڪري ڇڏي ٿو. جيئن پريم وڌندو رهي ٿو، پريميءَ جي ترقي به ان انوسار تيز ٿيندي رهي ٿي. رستي جا سرڳ، منڊل ۽ اُنهن جا سک ۽ آنند سچي پريميءَ کي ڪڏهن به ترپت نٿا ڪري سگهن. پنهنجي پياري پريتم سان ملڻ بنا هن کي ڪٿي به آرام نٿو اچي.

من ۽ اندرين جي دائري کان مٿي ۽ پوري لگن سان پرماتما جي ڌيان ۾ مست ۽ مخمور ٿي وڃڻ ئي گهري پريم جي اصلي نشاني آهي. ان ساڌن جو آخرين ڦل پرماتما جو پورن ميلاپ آهي. ان ميلاپ جي ميناج جو انوڀو عجيب ٿيندو آهي. سچو پريمي ان ايشوري امرت کي نت نئين شوق سان سدائين مگن ٿي پيئندو رهي ٿو پر ٻاهر ڪڏهن به ان جي نمائش ڪونه ڪندو آهي.

(دادو) عشق الله کي جات هه، عشق الله ڪا انگ؛
عشق الک اوجود[1] هه، عشق الله ڪا رنگ[2].

(دادو) جيسا رام اپار هه، تيسي ڀڳت اڳاڌ؛
اِن دونيون ڪي مت[3] نهين، سڪل پڪارين ساڌ.

---

١. شرير. ٢. اڪبر بادشاهه دواران ايشور جي ذات، رنگ روپ ۽ شرير جي باري ۾ پڇيل سوال جو دادو جن جو هي ڏنل جواب آهي. ٣. حد، اندازو.

(دادو) جيسا نرگڻ رام هي، تيسي پرگٽ نرنجن جاڻ؛
اِن دونيون ڪي مت نهين، سنت ڪنهي پرواڻ[1].

(دادو) ايڪهي دسا انني[2] ڪي، دوجي دسا نه جاءِ؛
آپا ڀولي آن سب، ايڪئي رهي سماءِ.

(دادو) ڪيليا چاهي پريم رس، عالم[3] انگ لڳاءِ؛
دوجي ڪنهي ناهر[4] نهين، پهپ نه ڳنڌ سماءِ[5].

جهان رام تنهن مين نهين، مين تنهه ناهين رام؛
دادو محل باريڪ هي، دئي ڪو ناهين ٺام.

دادو مين ناهين تب ايڪ هي، مين آئي تب دوءِ؛
مين تهي پڙدا مٽ گيا، تب جيون ٿا تيون هي هوءِ.

(دادو) جب دل ملا ديال سين، تب انتر ڪڇ ناهه؛
جيون پالا پاڻي ڪي مليا، تيون هريجن هر ماهه.

رام رتن چاڙهه نهين، هر سي لاڳا جاءِ؛
بيچ هي اٽڪي نهين، ڪلا ڪوٽ دکلاءِ[6].

جب من مرتڪ هوءِ رهي، اِندري بل ڀاڳا؛
ڪايا ڪي سب ڳڻ تجي، نرنجن لاڳا.

---

١. پرماڻ. ٢. صرف هڪ جي ڀڳتي يا شرن جنهن ۾ ٻئي جو ڌيان يا سهارو ڏالي ماتر به نه هجي. ٣. دنيا يا سنسار. ٤. نور يا گنجائش. ٥. سماءِ ارٿات هڪ گل ۾ ٻي خوشبوءِ نٿي سمائجي سگهي. سنساري وشين جي ڪشش ۽ پرماتما جو پيار ٻئي هڪ هنڌ رهي نٿا سگهن. ٦. اڀياسيءَ کي رستي ۾ من کي لڀائيندڙ ڪرامتون ۽ ڪوتڪ ڏسڻ ۾ ايندا، انهن ۾ اٽڪڻ نه کپي.



آد انت مڌ ايڪ رس، ٽوٽي نهين ڌاگا؛
دادو ايڪي رهه گيا، تب جاڻي جاڳا.

(دادو) منسا واچا ڪرمنا، انتر آوي ايڪ؛
تاڪي پرتڪش[1] رام جي، باتين اؤر انيڪ.

دادو پيالا نوردا، عاشق عرس ڀِون؛
اٺي پهر الله دا، منهن ڏٺي جيون.

دادو هر رس پيوتان، ڪبهون ارچي نه هوءِ؛
پيوت پياسا نت نوان، پيوڻهارا سوءِ[2].

جيون جيون پيوي رام رس، تيون تيون بڙهي پياس؛
ايسا ڪوئي ايڪ هي، برلا دادو داس.

دادو امليِ رام ڪا، رس بن رهيا نه جاءِ[3]؛
پلڪ ايڪ پاوي نهين، تؤ تب هي تلف مرجاءِ.

گونگي ڪا گڙ ڪا ڪهون، من جانت هي ڪاءِ؛
تيون رام رساڻ پيوتان، سو سک ڪهيا نه جاءِ.

ڪنهه عاسق الله ڪي، ماري اپني هاٿ؛
ڪنهه عالم اؤجود سين، ڪنهي جبان ڪي بات[4].

اندر پيڙ نه اوپري، باهر ڪري پڪار؛
دادو سو ڪيون ڪر لهي، صاحب ڪا ديدار.

---

١. آمهون سامهون. ٢. هري رس پيئڻ سان ڪڏهن به ڍءُ نٿو ٿئي. پيئڻ وارو اُن جو ڳالهو آهي جنهنکي هڪ هڪ ڍڪ پيئڻ سان پياس لڳندي رهي. ٣. جهڙي طرح نشو پيئندڙ (املي) نشي بنا رهي نٿو سگهي، اهڙي طرح رام (پرميشور) جي پريم جو نشو هئڻ کپي. ٤. ڳونگي ڌرماتما ماڻهو صرف وات جو لباڙون هڻندا آهن.

